# سِنڌي چوٿون ڪِتابُ

(چوٿين ڪلاس لاءِ)

سِنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ، ڄام شورو

ڇپيندڙ:

**ڊائريڪٽوريٽ آف ڪريڪيولم اسيسمينٽ اينڊ ريسرچ، سنڌ جي نصابي ڪتابن**
**جي جائزي واري صوبائي ڪاميٽيءَ جو چڪاسيل**


نگران اعليٰ: **آغا سهيل احمد**
چيئرمين، سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

نگران:
- ڊاڪٽر نصرت پروين سهتو
(ڊائريڪٽر اڪيڊمڪس، ريسرچ اينڊ ٽريننگس)
- اويس پٽو
- جمشيد احمد جوڻيجو

ليکڪَ: محمد پريل ’بيدار‘ مگريو - سيد شير شاهه
لعل بخش ڪوڪر - امام بخش ٻرڙو - مهرالنساءِ لاڙڪ
تاج محمد شيخ - نزاڪت شاهه ڏاڏاهي - اويس پٽو
علي ڏنو جروار - اياز احمد - سراج احمد چنا

ايڊيٽر: سيد امداد حُسيني

صوبائي جائزه ڪاميٽي: ڊاڪٽر محمد علي مانجهي - ڊاڪٽر سعيده پروين ميمڻ
ڊاڪٽر شازيه پتافي - ڊاڪٽر الطاف جوکيو - دلشاد احمد ڏيٿو
تحسين ڪوثر انصاري - محمد سليم نظاماڻي
اويس پٽو - محمد ادريس جتوئي

السٽريشن: ساجده يوسف

پيج ميڪنگ: نور محمد سميجو - واحد بخش سولنگي

# فهرست

# پہ اکر

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ هڪ اهڙو تعليمي ادارو آهي، جنهن جو ڪم درسي ڪتابن جي تياري ۽ اشاعت ڪرڻ آهي. اُن جو اهم مقصد اهڙن درسي ڪتابن جي تياري ۽ فراهمي آهي، جيڪي نئين نسل کي علم ۽ شعور ڏيڻ سان گڏوگڏ منجهن اهڙي صلاحيت پيدا ڪن، جنهن جي ذريعي اهي اسلام جي آفاقي نظرين، پائيپيءَ بزرگن جي ڪارنامن، پنهنجي ثقافتي ورثي ۽ روايت جي حفاظت ڪندي نئين دور جي سائنسي، ٽيڪنيڪي ۽ سماجي تقاضائن کي پورو ڪري ڪامياب زندگي گذاري سگهن.

هن اعليٰ مقصد کي پورو ڪرڻ خاطر اهل علم، ماهرن، استاد صاحبن ۽ مخلص دوستن جي هڪ ٽيم ڪنڊڪٽرچ کان حاصل ٿيندڙ معلومات جي روشنيءَ ۾ ڪتابن جي درستيءَ جي معيار، جائزي ۽ انهن جي سُڌاري جي عمل ۾ اسان سان گڏ لڳاتار مصروف آهي.

اسان جا ماهر ۽ اشاعتي عملو اُن صورت ۾ ئي گهربل مقصدن ۾ ڪامياب ٿيندو. جڏهن انهن ڪتابن مان استاد صاحب، شاگرد ۽ شاگردياڻيون پورو پورو لاڀ ماڻين. ان لاءِ سندن تجويزون ۽ رايا انهن ڪتابن کي بهتر بنائڻ ۾ ڪارآمد ٿيندا.

چيئرمين
سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

سبق پهريون

# قُدرت وارا

(حَمد)

### سکيا جي حاصلات

- نظم پڙهي اُن جي سمجهاڻي لکي سگهي.
- ڪوبہ نظم انفرادي يا اجتمائي طور تي سُر ۽ لئہ سان پڙهي سگهي.
- نظم/بيت کي انفرادي ۽ اجتماعي طور تي پڙهي، پنهنجي راءِ جو اظهار ڪري سگهي.
- اسم جي مفهوم کي ڄاڻي سگهي.

سَڀ ڪَن تُنهنجِي ساراهہ، قُدرتَ وارا!
نِرمَل جوتِي نُور نظارا، قُدرتَ وارا!

ڪوٺان ڪوٺ بڻايئہ، ڌَرتيون،
سَهسين سِجَ، چنڊ، تارا ڪَتِيُون،
جن جو اَنت نہ پارا، قُدرتَ وارا!

گُلن اندر سُرهاڻِ ڌَرِين تو،
موتين سان مهراڻُ ڀَرِين تو،
هِيرا لَعلَ هَزارا، قُدرتَ وارا!

جڏهن وَڻن تي واءُ اچي تو،
پَنَ پَنَ مان پَڙلاءُ اچي تو،
چِم چِم جا چمڪارا، قُدرتَ وارا!

ڇُهنبَ ڇَتُن ۽ ڇيهَن ڪولِي،
بُلبُل ڪوئِل، ٻولِي ٻولِي،
مورَ نَچَن نامِيارا، قُدرتَ وارا!

عَجبُ بڻايئہ بِجليون، بادلَ!
بُونڊُون بَرس بَرس ڪَن تاڏلَ،
واڃڻ ڪن وَسڪارا، قدرتَ وارا!

ڪشنچند بيوس

اللہ سائينءَ جي ساراهہ ۾ چيل بيت کي ’حمد‘ چئبو آهي.

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

١- هن حمد مان اوهان کي ڪهڙو بند وڌيڪ پسند آهي؟
٢- اوهان کي اهو بند ڇو ٺيڪ لڳو؟
٣- هن حمد ۾ شاعر الله سائينءَ جون ڪهڙيون نعمتون بيان ڪيون آهن؟
٤- هن حمد ۾ ڪهڙا ڪهڙا نظارا ڏنل آهن؟ بيان ڪريو.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو:**

ساراهه سُرهاڻ سَهسين مهراڻ نِرمل جوتِي

**(ج) هي حمد سُر ۽ لئه سان گڏجي پڙهي ٻڌايو:**

**(د) هيٺ ڏنل لفظن جا هم آواز لکو ۽ ٻڌايو:**

ڏرتيون پڙلاءُ ڪولِي بادل پارا

**(هه)** سنڌي ٻوليءَ جي گرامر ۾ ڳالهائڻ جا اٺ لفظ آهن، جن مان پهريون اسم آهي. اسم معنيٰ نالو. اسم ڪنهن به ماڻهوءَ، جاءِ، ساهواري شيءِ، ڪم، حالت ۽ خاصيت جو نالو آهي. هن سبق مان اسم ڳولي لکو.

**(و) نظم جا هيٺ ڏنل بند مڪمل ڪريو:**

* گُلن اندر سُرهاڻ .................
موتين سان مهراڻ ................
قُدرت وارا! .................

* عَجب ٺاهيئه ........................
ٻُوندُون برس ....................
قُدرت وارا! .................

**(ز) هيٺ ڏنل شعر جي سمجهاڻي لکو:**

* ڪوٽان ڪوٽَ ٺاهيَئه ڌرتيون
سَهسين سِج چند تارا ڪَتِيُون
جن جو اَنت نه پارا قُدرتَ وارا!

**استاد لاءِ هدايت:**

- استاد، ٻارن کي 'حمد' جي سمجهاڻي ڏئي.

سبق پهريون

### سکيا جي حاصلات

- متن بابت سوالن جا جواب لکي سگهي.
- لفظن جا ضد لکي سگهي.
- لغت مان لفظن جي معنيٰ ڳولي سگهي.

# نَبِي اڪرم صَلّي اللهُ عَلَيهِ وَعَليٰ آلِهِ وَاَصحَابِهٖ وَسَلَّم

حضرت محمد رسول الله خَاتَم النَّبِيِّين صَلّي الله عَلَيهِ وَعَليٰ آلِهٖ وَاَصحَابِهٖ وَسَلَّم (ترجمو: حضرت محمد، الله تعاليٰ جو رسول آهي ۽ الله تعاليٰ جو آخري نبي ۽ رسول آهي، سندن (صَلّي الله عَلَيهِ وَسَلَّم) ۽ سندن آل ۽ اصحاب سڀني رضي الله عنهم اجمعين جي مٿان الله تعاليٰ جي رحمت ۽ سلامتي هجي) جن مڪي شريف ۾ ڄاوا. سندن ڏاڏي حضرت عبدالمطلب، پاڻ سڳورن صَلّي الله عَلَيهِ وَعَليٰ آلِهٖ وَاَصحَابِهٖ وَسَلَّم جن جو نالو مُحمّد رکيو. سندن والده بيبي آمنہ رضي الله عنها ڪين احمد جي نالي سان سڏيو. عرب جي رواج مطابق پاڻ سڳورن صَلّي اللهُ عَلَيهِ وَعَليٰ آلِهٖ وَاَصحَابِهٖ وَسَلَّم جن کي ٿڃُ پيارڻ لاءِ دائي بيبي حليمہ رضي الله عنها جي حوالي ڪيو ويو.

پاڻ سڳورا صَلّي الله عَلَيهِ وَعَليٰ آلِهٖ وَاَصحَابِهٖ وَسَلَّم جڏهن ڇهن سالن جا ٿيا، تہ سندن والده بہ وفات ڪري وئي. ان کان پوءِ سندن ڏاڏي حضرت عبدالمطلب جي سنڀال هيٺ رهيا. اجا اَٺن سالن جا مس ٿيا، تہ سندن ڏاڏو حضرت عبدالمطلب بہ وفات ڪري ويو، ان ڪري پنهنجي چاچي حضرت ابو طالب سان گڏ رهڻ لڳا.

پاڻ ڪريم صَلّي الله عَلَيهِ وَعَليٰ آلِهٖ وَاَصحَابِهٖ وَسَلَّم جن ننڍي هوندي کان ئي سُلڇڻا، سچار ۽ ايماندار هئا. اُن ڪري ماڻهو ڪين صادق ۽ امين سڏيندا هئا. پاڻ سدائين غور ۽ فڪر ۾ رهندا هئا.

هڪ ڀيري پاڻ ڪريم صَلَّي اللهُ عَلَيهِ وَعَلىٰ آلِهِ وَاَصحَابِهِ وَسَلَّم جَن حضرت ابو طالب سان واپار سانگي شام پئي ويا، واٽ تي بحيرا نالي راهب مَٿن ڪڪر جي ڇانوَ ڏِسي ٽڪريءَ تان لهي آيو. هن پاڻ سڳورن صَلَّي اللهُ عَلَيهِ وَعَلىٰ آلِهِ وَاَصحَابِهِ وَسَلَّم جن جي زيارت ڪئي ۽ سندن پُٺيءَ مبارڪ تي نُبوَّت جي مُهر ڏٺي. ان ڪان پوءِ حضرت ابو طالب کي چيائين تہ : ” هي ٻار نَبِي ٿيندو“. پوءِ ڪيس صلاح ڏنائين تہ :”توهين واپس وڃو، متان شام مُلڪ جا حاسد يهودي هن معصوم کي ڪو نقصان رسائين“!

پاڻ سڳورا صَلَّي اللهُ عَلَيهِ وَعَلىٰ آلِهِ وَاَصحَابِهِ وَسَلَّم جڏهن چاليهن سالن جا ٿيا، تہ ڪين غار حِرا ۾، حضرت جبرائيل امين نُبُوَّت جو پيغام آڻي پهچايو. پوءِ ٽيويهن سالن تائين قرآن پاڪ مٿن نازل ٿيندو رهيو.

پاڻ ڪريم صَلَّي اللهُ عَلَيهِ وَعَلىٰ آلِهِ وَاَصحَابِهِ وَسَلَّم جن پنهنجي نُبُوَّت جو اعلان ڪيو ۽ ماڻهن ۾ اسلام جي تبليغ ڪندا رهيا. پاڻ سڳورا صَلَّي اللهُ عَلَيهِ وَعَلىٰ آلِهِ وَاَصحَابِهِ وَسَلَّم جن الله سائينءَ جا آخري نبي آهن. قرآن شريف ۾ الله تعاليٰ جوحڪم آهي: ”الله کي هڪ ڪري مڃو، ان سان ڪنهن کي بہ شريڪ نہ ڪريو ۽ بُتن جي پُوڄا نہ ڪريو.“

پاڻ سڳورن صَلَّي اللهُ عَلَيهِ وَعَلىٰ آلِهِ وَاَصحَابِهِ وَسَلَّم جن جي انهن ڳالهين تي مڪي جا ڪافر سندن جاني دُشمن ٿي پيا. ڪين ۽ سندن ساٿين کي طرح طرح جون تڪليفون ڏيڻ لڳا. آخرڪار پاڻ ڪريم صَلَّي اللهُ عَلَيهِ وَعَلىٰ آلِهِ وَاَصحَابِهِ وَسَلَّم جن الله جي حڪم سان مڪي مان هجرت ڪري مديني ۾ اچي رهيا. مڪي جي ڪافرن اُتي بہ ڪين آرام سان رهڻ نہ ڏنو ۽ ڪيتريون ئي جنگيون لڳيون، جن ۾ بدر، اُحد، خندق ۽ خيبر مشهور آهن.

جڏهن مڪو فتح ٿيو، تڏهن پاڻ سڳورن صَلَّي اللهُ عَلَيهِ وَعَلىٰ آلِهِ وَاَصحَابِهِ وَسَلَّم جن پنهنجي جاني دشمنن کي بہ معاف ڪري ڇڏيو. ڪنهن ڪان ڪو بہ بدلو نہ ورتائون. سندن اهڙي شفقت ڏسي ڪيترن ئي ماڻهن اسلام قبول ڪيو. اهڙيءَ طرح سموري عرب ۾ اسلام پکڙجي ويو.

# مشق

## (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَليهِ وَعَليٰ آلِهِ وَاَصحَابِهِ وَسَلَّم جَن کي ٽِجُ پيارڻ لاءِ ڪنهن جي حوالي ڪيو ويو؟
٢- نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَليهِ وَعَليٰ آلِهِ وَاَصحَابِهِ وَسَلَّم جَن کي نُبُوَّت جو پيغام ڪنهن پهچايو؟
٣- پاڻ ڪريم صَلّي اللهُ عَليهِ وَعَليٰ آلِهِ وَاَصحَابِهِ وَسَلَّم جَن ڪهڙي تبليغ ڪئي؟
٤- حضور اڪرم صَلّي اللهُ عَليهِ وَعَليٰ آلِهِ وَاَصحَابِهِ وَسَلَّم جَن مڪي مان مديني ڏانهن هجرت ڇو ڪئي؟
٥- حضور اڪرم صَلّي اللهُ عَليهِ وَعَليٰ آلِهِ وَاَصحَابِهِ وَسَلَّم جَن جي زندگيءَ مان اسان کي ڪهڙو سبق ملي ٿو؟

## (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لغت مان ڳولي لکو:

رواج حاسد صلاح پيغام تبليغ

## (ج) هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو:

نقصان دشمن جنگ فتح آخري ڇانوَ

## (د) ٻارو، اکرن جي معنيٰ دار ميڙ کي لفظ چئبو آهي. لفظن جي ترتيب وار ميڙ کي جملو چئبو آهي.

### استاد لاءِ هدايت:

- صادق سچار کي چئبو آهي.
- امين امانتدار کي چئبو آهي.

### استاد لاءِ هدايت:

- اُستاد، ٻارن کي مشق 'ب' ۾ ڏنل لفظن جي معنيٰ لغت مان ڳولڻ ۾ سندن مدد ڪري.

## سبق ٽيون

### سکيا جي حاصلات

- متن بابت سوالن جا جواب لکي سگهي.
- سادن ۽ مرڪب جملن تي آڌاريل عبارت پڙهي ۽ سمجهي سگهي.
- ڪنهن موضوع تي پنهنجن لفظن ۾ سٽن ڪان ڌهن سادن ۽ مرڪب جُملن تي مشتمل پئراگراف لکي سگهي.
- واحد کي جمع ۽ جمع کي واحد ۾ بدلائي جملن ۾ استعمال ڪري سگهي.

# حضرت بِيبِي خَدِيجةُ الکُبريٰ رَضي الله عَنهَا

حضرت بيبي خديجة الڪبريٰ رضي الله عنهاءِ مڪي شريف جي هڪ مُعزز واپاريءَ خُويلد جي اڪيلي نياڻي هئي. پيءُ جي وفات کانپوءِ، سڄي مِلڪيت سندس ورثي ۾ آئي. بيبي سڳوري نهايت رحمدل ۽ عقلمند هئي. سُهڻي ڪردار جي ڪري ڪيس ’طاهره‘ جي لقب سان سڏيندا هئا.

پيءُ جي وفات کانپوءِ بيبي سڳوريءَ واپار جاري رکيو. هوءَ هوشيار ۽ ايماندار ماڻهن کي پائيواري تي مال ڏئي، شام ۽ يَمن ڏانهن واپار لاءِ موڪليندي هئي.

اُن زماني ۾حضرت محمّد رسول الله خَاتَم النَّبِيّين صَلَّي اللهُ عَلَيهِ وَعَليٰ آلِهِ وَاَصحَابِهٖ وَسَلَّم جن جو نالو ايمانداريءَ ۽ سَچائيءَ جي ڪري مشهور هو. بيبي سڳوريءَ ڪين گُهرائي، شام ملڪ ڏانهن واپار لاءِ وڃڻ جي آڇ ڪئي، جيڪا پاڻ قبول ڪيائون. بيبي سڳوريءَ ساڻن گڏ پنهنجي غُلام مَيسِره کي به مددگار ڪري روانو ڪيو.

مَيسِره وقت به وقت حضرت محمّد رسول الله خَاتَم النَّبِيّين صَلَّي اللهُ عَلَيهِ وَعَليٰ آلِهِ وَاَصحَابِهٖ وَسَلَّم جن جي اخلاق ۽ ايمانداريءَ بابت، بيبي صاحبہ وٽ تمام گهڻي ساراهَ ڪندو هو. جنهن جو بيبي سڳوريءَ تي تمام گهڻو اثر ٿيو. جيئن ته پاڻ بيواهه هئي، تنهنڪري حضرت محمّد رسول الله خَاتَم النَّبِيّين صَلَّي اللهُ عَلَيهِ وَعَليٰ آلِهِ وَاَصحَابِهٖ وَسَلَّم جن ڏانهن شاديءَ جو پيغام موڪليائين. پاڻ سڳورن صَلَّي اللهُ عَلَيهِ وَعَليٰ آلِهِ وَاَصحَابِهٖ وَسَلَّم جن اُهو پيغام، خوشيءَ سان قبول ڪيو. اُن وقت بيبي سڳوريءَ جي عمر چاليهه سال ۽ پاڻ سڳورن صَلَّي اللهُ عَلَيهِ وَعَليٰ آلِهِ وَاَصحَابِهٖ وَسَلَّم جن جي عمر پنجويهه سال هئي.

شاديءَ کان پندرهن سال پوءِ، چاليھَن سالن جي عُمر ۾ پاڻ سڳورن صَلّي اللهُ عَلَيهِ وَعَليٰ آلِهِ وَاَصحَابِهٖ وَسَلَّم جن کي الله تعاليٰ طرفان نُبُوت ملي. جڏهن نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيهِ وَعَليٰ آلِهِ وَاَصحَابِهٖ وَسَلَّم جن اها ڳالھ بيبي سڳوريءَ کي ٻڌائي تہ پاڻ هڪدم ايمان آندائين. عورتن ۾ سڀ کان اوَّل بيبي صاحبہ ايمان آندو.

نبي ڪريم صَلّيالله عَلَيهِ وَعَليٰ آلِهِ وَاَصحَابِهٖ وَسَلَّم جن فرمايو تہ: ”بيبي خديجہ رض منهنجي ٻيبين ۾ سڀني کان بهتر هئي، چو تہ جڏهن ماڻهو مون کي نبي ڪري نہ مڃيندا هئا، تڏهن هُن مون تي ايمان آندو. جڏهن مون وٽ ڪجھ بہ نہ هو، تڏهن پنهنجي مال سان منهنجي مدد ڪيائين. الله تعاليٰ هن مان مون کي اولاد عطا ڪيو“. پاڻ وڌيڪ فرمايائون تہ ”مون کي ڪوبہ اهڙو ڏک نہ پهتو، جيڪو سندس ڳالهين سان هلڪو ۽ آسان نہ ٿيو هجي“.

بيبي سڳوريءَ جي نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيهِ وَعَليٰ آلِهِ وَاَصحَابِهٖ وَسَلَّم ۽ اسلام سان سچي محبت هئي. پاڻ سڳورا صَلّي اللهُ عَلَيهِ وَعَليٰ آلِهِ وَاَصحَابِهٖ وَسَلَّم جن بہ ساڻن گهڻي محبت ڪندا هئا. بيبي صاحبہ پَنجهٺ ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪئي. سندس وفات کان پوءِ بہ نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيهِ وَعَليٰ آلِهِ وَاَصحَابِهٖ وَسَلَّم جن هميشہ کين ياد ڪندا هئا.

## مشق

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- بيبي خديجةالڪُبريٰ رضي الله عنها جي سُهڻي ڪردار سبب ماڻهو کيس ڪهڙي لقب سان سڏيندا هئا؟

٢- بيبي خديجة الڪُبريٰ رضي الله عنها جي والد جو نالو ڇا هو؟

٣- عورتن ۾ سڀ کان اوّل نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيهِ وَعَليٰ آلِهِ وَاَصحَابِهٖ وَسَلَّم تي ڪنهن ايمان آندو؟

٤- بيبي خديجة الڪُبريٰ رضي الله عنها اسلام جي ڪهڙي خدمت ڪئي؟

٥- پاڻ سڳورن حضرت محمّد رسول الله خَاتَمُ النَّبِيّين صَلّي اللهُ عَلَيهِ وَعَليٰ آلِهِ وَاَصحَابِهٖ وَسَلَّم جن بيبي صاحبہ بابت ڇا فرمايو آهي؟

## (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ لکو:

مُعزز عقلمند ڄمار بهتر لاچار

## (ج) حضرت بيبي خديجة الڪبريٰ رضي الله عنها بابت ڪي ٻه ڏهه جملا لکو.

## (د) هيٺ ڏنل لفظن جا جمع ڻاهيو:

ٻيبِي - شادي - آڃَ - ڳالهه

## (هه) هيٺ ڏنل عبارت کي درست اُچار سان پڙهو ۽ سمجهو:

وڏن جي عِزت ڪرڻ ۽ ننڍن سان پيار ڪرڻ هِڪ سُٺو عَمل آهي. ڪاوڙ ڪرڻ ۽ نفرت ڪرڻ سان ماڻهوءَ جو وڏو نقصان ٿئي ٿو. ڏکئي وقت ۾ هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ سُٺي ڳالهه آهي.

سوال 1. ڪاوڙ ڪرڻ سان ڇا ٿو ٿئي؟

سوال 2. اسان کي ڏکئي وقت ۾ ٻين سان ڪهڙو سلوڪ ڪرڻ گهرجي؟

### سکيا جي حاصلات

- متن بابت سوالن جا جواب لکي سگهي.
- نظم ٻڌي، ان جو مفهوم بيان ڪري سگهي.
- ڪنهن بہ ڏنل موضوع تي گهٽ ۾ گهٽ ٽن ڪان ڇئن منٽن تائين تاثرات سان خيالن جو اظهار ڪري سگهي.
- هم قافيہ لفظ چونڊي لِکي سگهي.

## سبق چوٿون

# اَسان جو نَبِي صَلّي اللهُ عَلَيہِ وَعَليٰ آلِہٖ وَاَصحَابِہٖ وَسَلّم

(نعت)

خدا جو پيارو اسان جو نبيؐ،
سدا جيءَ جيارو، اسان جو نبيؐ.

اچڻ ساڻ تَنهن جي ٿيو روشن جهانُ،
آهي نُور سارو، اسان جو نبيؐ.

ٻُڏا جي گُناهَن ۾ تن لاءِ ٿيو،
ڪنڌي ۽ ڪنارو، اسان جو نبيؐ.

نبي سڳوري صَلّي اللهُ عَلَيہِ وَعَليٰ آلِہٖ وَاَصحَابِہٖ وَسَلّم جي ساراهہ ۾ چيل بيت کي ’نعت‘ چئبو آهي.

غريبن اَجهو، اوٽَ ۽ آسرو،
وڏي شان وارو، اسان جو نبيﷺ.

نَبين ۾ پويون، نبي پاڪ ٿيو،
سُونهارو ، موچارو اسان جو نبيﷺ.

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي

## مشق

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- هن نعت مان اوهان کي ڪهڙو بند وڌيڪ پسند اچي ٿو؟
٢- اوهان کي اهو بند ڇو ٿو وڻي؟
٣- نبين ۾ آخري نبي ڪير آهي؟
٤- شاعر، غريبن جو اجهو ۽ آسرو ڪنهن لاءِ چيو آهي؟

### (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

موچارو  سَدا  جيارو  اوٽَ  جهانُ

### (ج) هيءَ نعت سُر ۽ لئہ سان پڙهي ٻڌايو.

### (د) هڪ جهڙن آوازن وارا يعني هم قافيا لفظ ڳوليو:

جيئن: پيارو ← جيارو

| | |
|---|---|
| نيارو | |
| وارو | |
| سونهارو | |

(ھ) ھيٺ ڏنل شعر جي سمجھاڻي ٻڌايو:

غريبن اَجھو، اوٽَ ۽ آسرو،
وڏي شان وارو، اسان جو نبيؐ.

(و) ’نبي ڪريم صَلَّي اللهُ عَلَيهِ وَعَليٰ آلِهٖ وَاَصحَابِهٖ وَسَلَّمَ جن جي ٻارن سان شفقت‘ جي عنوان تي گھٽ ۾ گھٽ ٻِن منٽن جي تقرير ڪريو.

استاد لاءِ ھدايت:

- اُستاد، ٻارن کي مشق ’و‘ ۾ ڏنل عنوان تي تقرير ڪرڻ ۾ رھنمائي ڪري.

## سبق پنجون

# شَبِ قَدر

### سکيا جي حاصلات

- متن بابت سوالن جا جواب لکي سگهي.
- هم معنيٰ ۽ متضاد لفظن جي فرق کي سمجهي، جملن ۾ استعمال ڪري سگهي.
- اسم عام ۽ اسم خاص جي فرق کي سمجهي جُملن ۾ استعمال ڪري سگهي.
- ڪنهن موضوع تي پنهنجن لفظن ۾ ستن کان ڏهن سادن ۽ مرڪب جُملن تي مشتمل پئراگراف لکي سگهي.
- مفرد ۽ مرڪب جملا زمانن مطابق بدلائي سگهي.

رمضان جي پلاري مهيني جي هر رات ۽ هر ڏينهن برڪتن وارو آهي، پر سيني راتين ۾ شَبِ قدر، سيني کان پلي رات آهي. شَبِ قَدر کي ’لَيلَة القَدر‘ بہ چوندا آهن. اهڙي شاهدي قرآن شريف جي سورة ’القدر‘ ۾ هن ريت ڏنل آهي:

”بيشڪ اسان قرآن شَبِ قَدر ۾ لاٿو. ۽ ڪنهن سمجهايوَ تہ شَبِ قَدر ڇا آهي؟ شَبِ قَدر هزار مهينن کان پلي آهي. منجهس ملائڪ ۽ روح (جبرائيل عليه السلام) پنهنجي پالڻهار جي حڪم سان سڀ ڪنهن ڪم (جي پورائيءَ) لاءِ لهندا آهن. انهيءَ رات پرهہ ڦُٽڻ تائين سلامتي آهي.“

هڪ ڀيري حضور اڪرم صَلّي اللهُ عَلَيهِ وَعَليٰ آلِهٖ وَاَصحَابِهٖ وَسَلَّم جن کي اصحاب سڳورن عرض ڪيو تہ، سائين اڳ وارن ماڻهن جون ڄمارون اسان کان وڏيون هيون. اسان انهن جي ثواب ۽ عبادت کي ڪيئن پهچنداسين؟ پاڻ سڳورن صَلّي اللهُ عَلَيهِ وَعَليٰ آلِهٖ وَاَصحَابِهٖ وَسَلَّم جن فرمايو تہ: ” شَبِ قَدر الله تعاليٰ منهنجي ئي اُمَّتَ کي عطا ڪئي آهي. شَبِ قَدر ۾ عبادت جو ثواب هزار مهينن جي عبادت کان بہ وڌيڪ آهي“.

حضور انور صَلّي اللهُ عَلَيهِ وَعَليٰ آلِهٖ وَاَصحَابِهٖ وَسَلَّم جَن شَبِ قدر جي برڪتن بابت فرمايو آهي تہ ”منهنجي امت مان جيڪو مرد يا عورت چاهي تہ منهنجي قبر

روشن ٿئي، ان کي ڳولهجي تہ رمضان مهيني جي قدر وارين راتين ۾ ڪثرت سان عبادت ڪري، جيئن الله تعاليٰ ان جي برڪت سان سندس گناهہ بخشي ۽ گهڻو ثواب عطا ڪري.“

پاڻ سڳورن صَلّي اللهُ عَلَيهِ وَعَليٰ آلِهٖ وَاَصحَابِهٖ وَسَلَّمِ جن فرمايو آهي تہ : ”هن رات کي رمضان شريف جي آخري ڏهاڪي جي اِڪِي راتين ۾ تلاش ڪرڻ گهرجي.“ عام طور سڀ مسلمان رمضان جي ٢٧ رات کي شَبِ قَدر طور ملهائيندا آهن.

الله تعاليٰ سيني مسلمانن کي هِن پياريءَ رات ۾ عبادت ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي. آمين.

## مشق

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- قرآن پاڪ کي الله تعاليٰ ڪهڙيءَ رات ۾ نازل ڪيو؟

٢- قرآن پاڪ ۾ شَبِ قدر لاءِ ڪهڙو ارشاد آهي؟

٣- شَبِ قدر کي رمضان شريف جي ڪهڙي ڏهاڪي ۾ ڳولڻ گهرجي؟

٤- عام طور مسلمان شَبِ قَدر رمضان مهيني جي ڪهڙيءَ تاريخ تي ملهائيندا آهن؟

### (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

شَبِ قدر    فجر    بيشڪ    مخلوق    اِرشاد

(ج) هيٺ ڏنل لفظن کي تير وسيلي ساڳي معنيٰ وارن لفظن سان ملايو:

| لفظ | ساڳي معنيٰ وارا لفظ |
|---|---|
| عطا فرمائي | سَگهه |
| توفيق | بندگي |
| عبادت | رات |
| شَب | ڳولا |
| تلاش | بخشي |

(د) هيٺ ڏنل جملن ۾ اسم خاص وارن لفظن هيٺان ليڪ ڏيو:

١- رمضان مهيني جي هر رات ۽ هر ڏينهن پيارو آهي.
٢- شَبِ قَدر سيني راتين ۾ پياري رات آهي.
٣- هالا شهر ۾ جنديءَ جو سامان ٺهي ٿو.
۴- سنڌوندي، پاڪستان جي وڏي ندي آهي.

(هه) مُرڪب جملا

١- دلاور گهر وينو آهي ۽ اسلم ٻاهر ويو آهي.
٢- هيڊ ماستر صاحب پاڻ ايندو يا ان جو ڪو استاد ايندو.

مٿين جملن مان هر هڪ جملي جا ٻه ڀاڱا آهن، جن ۾ ٻه فعل آهن ۽ انهن ٻنهي جملن جو خيال ٽوڙي مطلب ٻه هڪ ٻئي کان ڌار آهي. پر اهي ٻئي ڀاڱا پهرين جملي ۾ ’ ۽ ‘ ۽ ٻئي جملي ۾ ’يا‘ حرف جملن وسيلي ڳنڍجي مرڪب جملو ٿين ٿا. جيڪڏهن انهن مان حرف جملو ڪڍي ڇڏيو ته ٻئي جملا جدا معنيٰ ۽ مطلب وارا مفرد جملا ٿي پوندا. جن جو هڪ ٻئي سان ڪو ٻه واسطو نه رهندو. اهڙن جملن کي مرڪب جملا چئبو آهي. اوهين ڪي ٻه ٽي ’مُرڪب جملا‘ لکو.

استاد لاءِ هدايت:

- اُستاد، ٻارن کي مشق ’هه‘ ۾ ڏنل مفرد ۽ مُرڪب جملا وضاحت سان سمجهائي.

سبق ڇهون

# مخدوم نوحؒ

### سکيا جي حاصلات

- متن بابت سوالن جا جواب لکي سگهي.
- عددن جي ترتيب کي سمجهي لکي سگهي (ستون، ستين، ستِين، اٺون، اٺين، اٺِين وغيره).
- ماحول ۾ سماجي واقعن (ميلن،ملاکڙن، ثقافتي ڏڻن، تقريبن وغيره ) بابت پنهنجن خيالن جو اظهار ڪري سگهي.
- صفت کي سمجهي ان جو درست استعمال ڄاڻي سگهي.
- عبارت پڙهي پنجن مان ڇئن تفهيمي سوالن جا جواب ڏئي سگهي.

سنڌ جي پيلاري زمين خوش نصيب آهي، جو هن ڪيترائي بزرگ، ولي ۽ صالح ٻانها پيدا ڪيا آهن. انهن ۾ مخدوم نوحؒ جو به وڏو مرتبو ۽ مقام آهي. حضرت مخدوم نوحؒ اسلام جي پهرئين خليفي حضرت ابوبڪر صديق رَضي اللهُ عَنهُ جي خاندان مان آهي، تنهنڪري کين 'صديقي' سڏيو وڃي ٿو. مخدوم صاحب جا وڏا تبليغ جي ارادي سان ملتان جي ويجهو ڪوٽ ڪروڙ ۾ اچي آباد ٿيا. سندن وڏا جتي به تبليغ لاءِ پهتا، اتي کين عزت ۽ احترام سان رهايو ويو. بعد ۾ هو لڏي اچي هالا ڪنديءَ ۾ رهيا جنهن کي هاڻي پراڻا هالا چون ٿا.

مخدوم نوحؒ ۲۷ رمضان، سن ۹۱۱ھ ۾، جمعي جي رات ڄاوا. سندن والد مخدوم نعمت الله، مٿن لطف الله نالو رکيو. کين پوءِ سرور نوح بہ سڏيو ويو. ستن ورهين جي عمر ۾ کين قرآن شريف پڙهڻ لاءِ ويهاريو ويو.

هڪ ڀيري ٺٽي ۾ ڪيترائي وڏا عالم ۽ طالب سندن علمي لياقت پرکڻ لاءِ اچي گڏ ٿيا. مخدوم نوحؒ هڪ آيت جون ايتريون تہ معنائون ٻُڌايون، جو سڀ حيران ٿي ويا. ڪيترن ئي مريدن کي علمي ۽ روحاني فيض ڏنائون. ايتري قدر جو سندن گادي اڄ بہ "نَو لکي گودڙي" سڏجي ٿي. پاڻ کنهن حاڪم، زميندار يا مريد کان ڪو بہ نذرانو وغيره نہ وٺندا هئا. سندن تبليغ تي هزارين ماڻهو مسلمان ٿيا.

مخدوم نوحؒ قرآن پاڪ جا مفسر، حديث جا ڄاڻو ۽ وڏا صوفي شاعر بہ هئا. پاڻ ننڍي کنڊ ۾ سڀ کان اول قرآن مجيد جو فارسي زبان ۾ ترجمو ڪيائون. سندن ترجمي جي زبان سادي ۽ عام فهم آهي. ان جي ڪجهہ سيپارن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو مشهور شاعر نياز همايونيءَ ڪيو آهي. جيڪو ڇپجي چڪو آهي. مخدوم صاحب جا ڪجهہ سنڌي بيت بہ مليا آهن. جن مان هڪ بيت هي آهي.

پيئي جا پريات، سا ماڪ مَ ڀانيو ماڻهئا!
روئي چڙهي رات، ڏسي ڏکوين کي.

مخدوم نوحؒ تعليم جو جيڪو سرشتو جاري ڪيو، ان جو شروع کان ئي اثر ٿيڻ لڳو. ان سان ماڻهن جي اخلاقي حالت سڌرڻ لڳي. عام ماڻهن کي وقت جي حاڪمن کان انصاف وٺي ڏيندا هئا. سندن زبان مان ڪڏهن بہ شريعت خلاف ڪو لفظ نہ نڪتو. پاڻ هر ڪنهن سان هڪجهڙو ورتاءُ ڪندا هئا، جيئن ماڻهن مان رنج، عداوت ۽ ساڙ ختم ٿي وڃي. پنهنجن مريدن کي

دوست سڏيندا هئا. سرورِ ڪائنات جي سنت تي هلي، ماڻهن کي فيض عام ڏنائون، سندن جماعت کي ’سروري جماعت‘ سڏجي ٿو.

۲۷ذوالقعد ۹۹۸ھ ۾ سندن رحلت ٿي، سندن جنازي ۾ لکين مريدن ۽ عقيدتمندن شرڪت ڪئي. سندن آخري آرام گاھ هالا نوان ۾ آهي.

## مشق

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

۱- مخدوم نوحؒ اسلام جي ڪهڙي خليفي جي خاندان مان آهن؟

۲- مخدوم نوحؒ کي صديقي ڇو ٿو سڏيو وڃي؟

۳- مخدوم نوحؒ جي جماعت کي ’سروري جماعت‘ ڇا لاءِ سڏيو وڃي ٿو؟

### (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملا |
|---|---|---|
| خاندان | | |
| مرتبو | | |
| حيران | | |
| انصاف | | |
| رحلت | | |

### (ج) هيٺ ڏنل خال ڀريو:

۱- مخدوم نوح رحہ ننڍي ڪنڊ ۾ سڀ کان اول ...................... جو فارسي زبان ۾ ترجمو ڪيو.

۲- مخدوم نوحؒ جي آخري آرامگاھ ................................ آهي.

۳- مخدوم نوح رحہ هر ڪنهن سان ..................... ورتاءُ ڪندا هئا.

(د) اسم جا گڻ ۽ اوگڻ ڏيکاريندڙ لفظ صفت سڏبا آهن. اوهان اهڙا پنج صفت وارا لفظ ٻڌايو ۽ جملن ۾ استعمال ڪريو. جيئن: ★ سُنو ڇوڪر ★ خراب ميوو

(هه) هيٺ ڏنل نوان لفظ ناهيو:

جيئن : ستون = سَتين - سَتِين

| | | |
|---|---|---|
| ايڪٽيهون | | |
| ٻٽيهون | | |
| ٽيٽيهون | | |
| چوٽيهون | | |
| پنجٽيهون | | |
| ڇٽيهون | | |
| ستٽيهون | | |
| اٺٽيهون | | |
| اوڻيتاليهون | | |
| چاليهون | | |

(و) هيٺ ڏنل عبارت پڙهي ڇئن سوالن جا جواب ڏيو:

ڳوٺ جا ماڻهو صبح جو سوير اٿندا آهن. نيرن ڪري پنهنجي ڪم ڪار سان لڳي ويندا آهن. ڪجهه ماڻهو پنهنجي ڌنڌي ۽ ڪاروبار ڪرڻ لاءِ ويندا آهن ، ڪجهه ماڻهو ٻنيءَ تي به ويندا آهن. شامَ جو هرڪو پنهنجي ڪم ڪار تان موٽندو آهي ۽ ٻار راند جي ميدان تي راند ڪيڏندا آهن. پڪي آکيرن ڏانهن موٽندا آهن. ڳوٺن ۾ شام جو منظر ڏاڍو وڻندڙ هوندو آهي.

١- ڳوٺ جا ماڻهو ڪهڙي مهل اُٿندا آهن؟
٢- شام جي وقت ٻار ڇا ڪندا آهن؟
٣- نيرن ڪهڙي مهل ڪبي آهي؟
٤- صبح جو سوير اُٿڻ مان ڪهڙو فائدو آهي؟
٥- ڳوٺ جو منظر شام جي وقت ڪيئن لڳندو آهي؟

(ز) اوهان جي اسڪول ۾ ڪو ثقافتي ڏينهن ملهايو ويو هجي ته ان بابت ٻڌايو.

سبق ستون

# زندگيءَ جو مقصد

### سکيا جي حاصلات

- پنهنجي خيالن ۽ جذبن کي زباني ۽ تحريري طور مثبت انداز ۾ پيش ڪري سگهي.
- ابلاغ جي ذريعن (ريڊيو، ٽي وي، انٽرنيٽ، سوشل ميڊيا وغيره) معلومات حاصل ڪري ٻين کي ٻڌائي سگهي.
- ڪنهن بہ ڏنل موضوع تي گهٽ ۾ گهٽ ٽن کان ڇئن منٽن تائين تاثرات سان خيالن جو اظهار ڪري سگهي.
- ڪنهن تقريب يا نمائش کي ڏسي، ان جي ڪنهن خاص سرگرميءَ تي، پنهنجي ردعمل جو اظهار ڪري سگهي.
- هم معنيٰ ۽ متضاد لفظن جي فرق کي سمجهي، جملن ۾ استعمال ڪري سگهي.
- ڪنهن بہ ڏنل منظر بابت مربوط پئراگراف لکي سگهي.

**استاد:** ٻارو، اڄ اسين اِن ڳالهہ تي غور ڪنداسين تہ اسان جي زندگيءَ جو مقصد ڪهڙو آهي؟

**استاد:** مارئي! تون تعليم حاصل ڪري ڇا ٿيندينءَ؟

**مارئي:** سائين آءٌ تعليم حاصل ڪري، ڊاڪٽرياڻي ٿينديس ۽ ملڪ جي ماڻهن جو علاج ڪري، سندن خدمت ڪنديس.

**استاد:** شاباس! تون تہ ڏاڍي ڏاهِي ڇوڪري آهين. اسان جي ملڪ کي سٺن ڊاڪٽرن جي ضرورت آهي تہ جيئن بيمارن جو سٺو علاج ٿي سگهي.

استاد: عابد، پلا تون وڏو ٿي ڇا ڪندين؟

عابد: سائين، آءٌ انجنيئر ٿيندس. ملڪ ۾ پڪا رستا،عمارتون ۽ پُليون ٺاهيندس.

استاد: تمام سُٺو. انجنيئر بہ ملڪ جي ترقيءَ لاءِ گهڻو ڪم ڪري سگهن ٿا.

استاد: قاسم تنهنجو ڇا ارادو آهي؟

قاسم: سائين، آءٌ وڏو ٿي سائنسدان ٿيندس. ماڻهن جي سهولت لاءِ نيون نيون شيون ٺاهيندس. اسان جي ملڪ ۾ بجليءَ جي تمام گهڻي کوٽ آهي. آءٌ شمسي توانائيءَ ۽ ڪوئلي مان گهٽ خرچ وارا بجلي گهر ٺاهيندس.

استاد: توهان تہ ڏاڍيون عقل واريون ڳالهيون ڪيون آهن.

استاد: نُوري، توهان پنهنجي لاءِ ڇا سوچيو آهي؟

نوري: سائين، آءٌ وڏي ٿي استاد ٿينديس ۽ پنهنجي ڳوٺ جي ڇوڪرين کي اوهان وانگر محنت سان پڙهائينديس.

استاد: واهہ واهہ! اهو تہ پيغمبري پيشو آهي.

استاد: ساجن! توهان مستقبل ۾ ڇا ٿيندا؟

ساجن: سائين! آءٌ مالِهي ٿيڻ چاهيان ٿو ۽ باغباني جي تعليم پرائي ان ۾ جدت آڻڻ چاهيان ٿو. ڇاڪاڻ تہ مون کي فطرت جا رنگ ۽ گُل ٻُوٽا وڻندا آهن.

استاد: تمام سُٺو! گُل ٻُوٽا اسان جي ماحول لاءِ بہ گهڻا فائديمند آهن.

ٻارو، اوهان سڀني جا خيال تمام سٺا آهن. علم سان گڏ محنت بہ ڪندؤ، تہ زندگيءَ جو مقصد ضرور ماڻي سگهندؤ.

چڱو ٻارو، هاڻي موڪل جو وقت ٿي ويو آهي. الله واهي!

# مشق

## (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- مارئيءَ پنهنجي زندگي جو ڪهڙو مقصد ٻُڌايو؟

٢- عابد، انجنيئر ڇو ٿيڻ چاهي ٿو؟

٣- قاسم، سائنسدان بڻجي ڇا ڪرڻ ٿي چاهيو؟

٤- زندگيءَ جو مقصد ڪهڙيءَ ريت حاصل ڪري سگهجي ٿو؟

## (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:

ترقي　　مکيه　　شمسي توانائي　　صحتمند　　فرد

## (ج) سوشل ميڊيا تي اوهان ڪهڙي معلومات حاصل ڪندا آهيو؟ انهيءَ بابت ٻڌايو.

## (د) ’زندگيءَ جو مقصد‘ جي موضوع تي گهٽ ۾ گهٽ ٻن منٽن جي تقرير ڪريو.

## (هه) اوهان ڪهڙا نمائش ڏٺي هجي ته ان بابت ٻُڌايو.

## (و) هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو ۽ جملن ۾ استعمال ڪريو:

| لفظ | ضد |
| --- | --- |
| کِلڻ | |
| پَڪا | |
| سَوير | |
| غريب | |

(ز) هيٺ ڏنل تصوير ڏسو ۽ ان بابت ڪي ٻه پنج جملا لکو.

استاد لاءِ هدايت:

- اُستاد، ٻارن کي هن سبق جا مڪالما ۽ تاثرات دُرست ادائگيءَ سان پڙهائي.

## سبق اٺون

### سکيا جي حاصلات

- نظم پڙهي، ان جي سمجهاڻي لکي سگهي.
- پنهنجن مسئلن بابت اسڪول جي هيڊ ماستر، پرنسپال ۽ استاد ڏانهن درخواست لکي سگهي.
- ڪنهن بہ ڏنل موضوع تي گهٽ ۾ گهٽ ٽن ڪان چئن منٽن تائين تاثرات سان خيالن جو اظهار ڪري سگهي.
- لفظن جي غلط ۽ صحيح اُچارن جي ادائگيءَ ۽ لهجي ۾ فرق بيان ڪري سگهي.
- ڪنهن بہ ماڳ جي سير ۽ سفر جو احوال زباني بيان ڪري سگهي.

# وَطن جي حُبَ (نظم)

وطن جي حُبَ جي دل ۾ نہ ٿِي، اِيمانُ ڪهڙو ٿيو؟
عمل ناهي جي انسان ۾، تہ پوءِ انسانُ ڪهڙو ٿيو؟

اجا تائين غَريبن سان، نہ ڏاري ڪو جي همدردي،
غريبن لئہ سندن دل ۾، ڀلا ارمانُ ڪهڙو ٿيو؟

نہ ٿِي تعليم جي ڳڻتي، نہ ٿِي بي روزگاري گهٽ،
ترقيءَ جو اسان ۾پوءِ وري اِمڪانُ ڪهڙو ٿيو؟

عجب آهي اجا غفلت جي آهيون ننڊَ ۾ اڄ پڻ،
اسان مان پوءِ سُڌاري جو، تڏهن خواهان ڪهڙو ٿيو؟

ڪيون اهڙا هُنر، جو نڪري پاڪستان جو نالو،
ائين جي ڪِينَ ڪيوسين، مُلڪ تي احسانُ ڪهڙو ٿيو؟

وڏايون جي نہ پيدائش، اسين هاڻي زَمينن جِي،
زراعت لئہ اسان وٽ پوءِ نئون سامانُ ڪهڙو ٿيو؟

نواز علي 'نياز'

## مشق

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- هن نظم مان اوهان کي ڪهڙو بند پسند آهي؟
٢- اوهان کي اهو بند ڇو تو وڻي؟
٣- هن نظم ۾ شاعر ڪهڙين ڪهڙين ڳالهين جو ذڪر ڪيو آهي؟

### (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

حُب   ڳِٽتي   ايمان   ارمانُ   غفلت   عجب

### (ج) ٻارو هي نظم سُر ۽ لئه سان پڙهي ٻڌايو.

### (د) توهان کي ٻيو ڪو قومي نغمو ياد هجي ته ٻڌايو.

### (هہ) ’وطن جي حُب‘ نظم مان ’ايمانُ‘ لفظ جا هم آواز چوندي لکو:

____________   ____________   ____________

____________   ____________   ____________

### (و) هيٺ ڏنل شعر جي سمجهاڻي لکو:

* وڏايون جي نہ پيدائش، اسين هاڻي زَمينن جِي،
زراعت لئہ اسان وٽ پوءِ نئون سامانُ ڪهڙو تيو؟

### (ز) پنهنجي اسڪول جي هيڊ ماستر ڏانهن اسڪول جي مسئلن بابت درخواست لکو.

(ح) ’وطن جي حُبَ‘ جي عنوان تي ٽن ڪان چئن منٽن جي تقرير ڪريو.

(ط) صورتخطيءَ جي لحاظ کان درست لکيل لفظ تي (✓) جو نشان لڳايو:

١- ترقي ☐ طرقي ☐
٢- اِنصان ☐ اِنسان ☐
٣- اِمقان ☐ اِمڪان ☐
۴- زراعت ☐ ذراعت ☐

(ي) پاڪستان جي ڪنهن بہ ماڳ/مڪان جو جيڪڏهن اوهان سير ڪيو هُجي تہ اُن جو احوال ٻُڌايو.

## سبق نائون

# سچل سرمست رحه

### سکيا جي حاصلات

- متن بابت سوالن جا جواب لکي سگهي.
- ٻوليءَ ۾ استعمال ٿيندڙ چوڻيون ۽ پهاڪا ٻڌي سمجهي سگهي.
- روزمره جي ڪنهن بہ موضوع تي پنهنجن لفظن ۾ ستن کان ڏهن سادن ۽ مرڪب جملن تي مشتمل پئراگراف لکي سگهي.
- ڪنهن تقريب يا نمائش کي ڏسي، ان جي ڪنهن خاص سرگرميءَ تي، پنهنجي ردعمل جو اظهار ڪري سگهي.
- هڪ منٽ ۾ گهٽ ۾ گهٽ 70 لفظ دُرست ادائگي ۽ اُچارن سان پڙهي سگهي.

سچل سرمست رحه جو اصل نالو عبدالوهاب هو. سندس پيءُ جو نالو ميان صلاح الدين ۽ ڏاڏي جو اصل نالو صاحبڏنو هو. هو ١٧٣٩ع ۾ راڻي پور ويجهو، درازا ڳوٺ ۾ ڄائوهو. هيءُ اڃا ننڍو ئي هو تہ سندس والد وفات ڪري ويو. اُنڪري هو پنهنجي چاچي ميان عبدالحق جي سنڀال هيٺ رهيو.

سچل سرمستُ ڄمندي ڄامُ هو. هو نہ رڳو قرآن شريف جو حافظ هو، پر ان سان گڏ فارسي ۽ عربيءَ جو بہ عالم هو. تصوف جي ڪتابن جو پڻ چڱيءَ طرح مطالعو ڪيو هئائين.

سچل سرمست رحه جي شادي پنهنجي چاچي ۽ مرشد ميان عبدالحق جي نياڻيءَ سان ٿي، جنهن مان ڪيس هڪ پٽ ڄائو، جو ننڍي هوندي ئي فوت ٿي ويو.

سچل سرمست رحه، سائي رنگ جو تاج، سفيد پهراڻ، گوڏ، ڪٽي يا چادر ڍڪيندو هو. ڪڏهن ڪڏهن جُتي پائيندو هو، نہ تہ هميشہ پيرين اگهاڙو گهمندو هو. ڪٽولو ڪم نہ آڻيندو هو. زمين تي يا ڪاٺ جي صَندل تي ويهندو ۽ سمهندو

هو. سندس ڪاڏو سادو هوندو هو. اڪثر ڪري روزي ۾ رهندو هو. رات جو ننڊ به ٿوري ڪندو هو.

سچل سرمستؒ سنڌ جو هڪ وڏو شاعر ٿي گذريو آهي. هُن سنڌي سرائيڪي ۽ فارسيءَ ۾ جيڪو ڪلام چيو، اهُو سمورو ڇپيل ۽ محفوظ آهي. سندس ڪلام جي ڪتاب کي ، ’سچل جو رسالو‘ چوندا آهن. سچل سائينءَ ١٨٢٧ع ۾ وفات ڪئي. هر سال چوڏهين رمضان تي درازن ۾ مَتس وڏو ميلو لڳندو آهي.

سنڌ سرڪار جي طرفان ميلي جي موقعي تي ادبي تقريب ٿيندي آهي، جنهن ۾ شاعر ۽ اديب سچل سرمستؒ جي شاعري ۽ زندگيءَ تي پنهنجا ليک ۽ شعر پڙهندا آهن. انهيءَ موقعي تي فنڪار سچل جو ڪلام ڳائيندا آهن. شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور پاران ’سچل چيئر‘ قائم ڪئي ويئي آهي؛ جنهن ۾ سچل سائينءَ جي زندگي ۽ شاعريءَ تي تحقيقي ڪم ٿيندو آهي.

سچل سرمستؒ جي ڪلام مان اسان کي پيار ، محبت، سهپ، رواداري ياڻپيءَ ۽ سچائيءَ جو سبق ملي ٿو.

## مشق

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- سچل سرمستؒ ڪٿي ڄائو هو؟
٢- سچل سرمستؒ جو اصل نالو ڇا هو؟
٣- سچل سرمستؒ ڪڏهن وفات ڪئي؟
٤- سچل سرمستؒ جو ميلو ڪڏهن ۽ ڪٿي لڳندو آهي؟
٥- سچل سرمستؒ جي ڪلام مان اسان کي ڪهڙو سبق ملي ٿو؟

### (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

سنياڻ عالِم خاندان ياڻپي ڪلام

(ج) 'سچ تہ بينو نچ' هڪ چوٽي آهي. اوهين ڪي بہ بہ چوٽيون ٻڌايو.

(د) اوهين ڪنهن ٻئي صوفي شاعر بابت ڪي بہ ڏهہ سادا جُملا لکو.

(هہ) هيٺ ڏنل لفظ هڪ منٽ ۾ درست اچار ۽ رواني ۽ سان پڙهو:

اوندهہ ـ ڇُهنب ـ دوستي ـ قسم ـ ڳجگوڙ ـ باغ ـ تلاءُ ـ پيار ـ صاف
ڪَهل ـ مَٽُ ـ ڪَڪَرُ ـ جنسار ـ قطار ـ هجرت ـ رحم ـ سِج ـ بيت ـ نيڪ
قبول ـ مال ـ مکيہ ـ ثقافت ـ ملڪ ـ ذخيرو ـ نرالو ـ مانُ ـ عِلم ـ صوبو
پسند ـ ڪمائي ـ جانور ـ گوشت ـ حادثو ـ رستو ـ اصول ـ بتي ـ ڳُڻ
دولت ـ تاريخ ـ محبت ـ عزت ـ اٿاث ـ ڏڪار ـ مسڪين ـ همدردي
سادگي ـ سوپ ـ پيغام ـ دل ـ ڳڏجاڻي ـ اداس ـ سفر ـ معلوم ـ سنگ
غيرآباد ـ راس ـ پريشان ـ سُونهن ـ نظارو ـ داغ ـ غور ـ چنبڊ ـ جهاز
سولائي ـ سِبڻ ـ طبيعت ـ گهر ـ راند ـ سُرهو ـ جڳ

### استاد لاءِ هدايت:

- اُستاد ٻارن کي چوٽين بابت وڌيڪ سمجهائي.
- اُستاد ٻارن کي مشق 'هہ' ۾ ڏنل لفظن جو چارٽ پڙهڻ لاءِ چئي ۽ ڏسي تہ ٻارن هڪ منٽ ۾ ڪيترا دُرست لفظ پڙهيا آهن.

## سبق ڏهون

### سکيا جي حاصلات

- متن بابت سوالن جا جواب لکي سگهي.
- اسڪول جي سطح تي منعقد ڪيل تقريبن ۾ ميزبان ۽ مددگار ڪمپيئر جا فرض ادا ڪري سگهي.
- اسم عام ۽ خاص جي فرق کي سمجهي جملن ۾ استعمال ڪري سگهجي.
- واحد کي جمع ۽ جمع کي واحد ۾ بدلائي، جملن ۾ استعمال ڪري سگهي.

# قومي جَهنڊي جي اهميت

اڄ ٢٣ مارچ جو ڏينهن آهي. اسڪول ۾ اسيمبليءَ وقت هيڊ ماستر شاگردن جي اڳيان ڏوري ڇڪي قومي جهنڊي کي ڦڙڪايو ۽ ان کي سلامي ڏني.

**هيڊ ماستر:** ٻارو، هيءُ اسان جي پياري ملڪ پاڪستان جو قومي جهنڊو آهي، اسان کي اُن جي عزت ۽ حفاظت ڪرڻ گهرجي.

**سليمان:** سائين،اسان جي ملڪ جي جهنڊي ۾ هي سائو رنگ ڇو آهي؟

**هيڊ ماستر:** قومي جهنڊي ۾ سائو رنگ مسلمانن جي آباديءَ کي ظاهر ڪري ٿو. ان کان سواءِ هيءُ رنگ خوشحاليءَ جي نشاني بہ آهي.

**سورٺ:** سائين، هِن قومي جهنڊي ۾ اڇو حصو ڇا کي ظاهر ڪري ٿو؟

هيڊ ماستر: اسان جي ملڪ ۾ مسلمانن سان گڏ ٻين مذهبن جا ماڻهو به رهن ٿا، هي اڇو حصو سندن آباديءَ کي ظاهر ڪري ٿو. اڇو رنگ امن جي نشاني به آهي.

صابر: سائين، جهنڊي جي وچ تي چنڊ ۽ تارو ڇا لاءِ ٺهيل آهن؟

هيڊ ماستر: اسان جو ملڪ هڪ اسلامي ملڪ آهي. قومي جهنڊي ۾ چنڊ ۽ تارو، ملڪي عظمت جي علامت آهن.

نبيلا: سائين، ڀلا هر ملڪ جو قومي جهنڊو الڳ هوندو آهي يا اسان جي ملڪ جي جهنڊي جهڙو هوندو آهي؟

هيڊ ماستر: هر ملڪ جو جهنڊو مختلف هوندو آهي ۽ اُن جون علامتون ۽ نشان پڻ الڳ ٿين ٿا.

زاهد: سائين اسان قومي جهنڊي کي سَلامي ڇو پيش ڪندا آهيون؟

هيڊ ماستر: اسان قومي جهنڊي کي، ملڪي عظمت جي نشاني سمجهي سلامي ڏيندا آهيون.

ماجده: سائين، جنگين ۾ به جهنڊن جي اهميت هوندي آهي ڇا؟

هيڊ ماستر: ها، جنگين ۾ قومي جهنڊي جي تمام گهڻي اهميت هوندي آهي. اڳاٽي زماني ۾ جڏهن جنگيون ٿينديون هيون، تڏهن جهنڊي ڪٽڻ وارو اڳواڻ شهادت ته قبول ڪندو هو، پر قومي جهنڊي کي هيٺ ڪِرڻ نه ڏيندو هو. اصل ۾ قومي جهنڊو ملڪن ۽ قومن جي سڃاڻپ هوندو آهي، ان ڪري اسان کي به پنهنجي قومي جهنڊي جي عزت ۽ حفاظت ڪرڻ گهرجي.

## مشق

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- اسان جي ملڪ جي قومي جهنڊي ۾ ڪهڙا ڪهڙا رنگ آهن؟

٢- قومي جهنڊي ۾ سائو رنگ ڇا جي علامت آهي؟

٣- قومي جهنڊي ۾ اڇي رنگ جو مقصد ڇا آهي؟

٤- اسان جي قومي جهنڊي ۾ چنڊ ۽ تارو ڇا جي علامت آهن؟

### (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو:

حفاظت   خوشحالي   عَلامت   آبادي   مختلف

### (ج) هيٺ ڏنل لفظن جا جمع لکو ۽ جملن ۾ استعمال ڪريو:

| واحد | جمع | جُملا |
| --- | --- | --- |
| جهنڊو | | |
| علامت | | |
| آبادي | | |
| شهادت | | |
| قَطار | | |

### (د) هيٺ ڏنل جملن ۾ اسم عام وارن لفظن جي هيٺان ليڪ ڏيو:

١- هي پاڪستان جو قومي جهنڊو آهي.
٢- هيءُ منهنجي پين آهي.
٣- علي ڏنو ڪراچيءَ مان ڪتاب خريد ڪندو.
٤- اسان جي اسڪول ۾ هڪ وڏو باغ آهي.
٥- اسان هڪ طوطو پاليو آهي.

نوٽ: استاد اسم عام جي مثالن بابت شاگردن کي وڌيڪ سمجهاڻي ڏئي.

### (هہ) اوهان پنهنجي اسڪول ۾ ٽيبلو پروگرام / تقريب ۾ ڪڏهن ڪمپيئرنگ ڪئي هجي يا اسٽيج سيڪريٽري جا فرض سر انجام ڏنا هجن ته ان بابت ٻڌايو.

(و) هيٺ ڏنل جهندا ڏسي، مُلڪن جا نالا ياد ڪريو.

پاڪستان

هندستان

سريلنڪا

بنگلاديش

(ز) قومي جهندي جي اهميت تي ننڍڙو مضمون لکو.

**سرگرمي:**

اُستاد، ٻارن کي 14 آگسٽ جي حوالي سان اسڪول ۾ ٽيبلو پروگرام جي ڪمپيئرنگ ڪرائي.

## سبق يارهون

### سکيا جي حاصلات

- متن بابت سوالن جا جواب لکي سگهي.
- واحد کي جمع ۽ جمع کي واحد ۾ بدلائي، جملن ۾ استعمال ڪري سگهي.
- اسم عام ۽ اسم خاص جي فرق کي سمجهي سگهي، جملن ۾ استعمال ڪري سگهي.
- ڪنهن ماڳ جي سير ۽ سفر جو احوال زباني بيان ڪري سگهي.

# شاهجهان مسجد ٺٽو

استاد موڪل وقت ٻارن کي چيو ته، سڀاڻي آچر جي ڏينهن صبح جو سوير اسڪول ۾ اچي گڏ ٿجو، ته پاڻ ٺٽي جي شاهجهان مسجد گهمڻ هلنداسين.

ٻئي ڏينهن صبح جو اٺين وڳي تائين سڀئي ٻار، اسڪول جي ميدان ۾ اچي گڏ ٿيا.

**استاد:** ٻارو، بس اچي وئي آهي، سڀئي قطار ناهي ان ۾ ويهو.

سڀئي ٻار جڏهن بس ۾ ويهي رهيا ته استاد به بس ۾ اچي ويٺو ۽ ڊرائيور کي شاهجهان مسجد ٺٽي ڏانهن هلڻ جو چيائين. جڏهن بس ٺٽي شهر جي ويجهو پهتي ته استاد ڊرائيور کي شاهجهان مسجد ڏانهن هلڻ جو اشارو ڪيو. ٿوريءَ دير کان پوءِ بس اچي مسجد جي مکيه دروازي وٽ بيٺي.

استاد سڀني ٻارن کي قطار ناهي، بس مان هيٺ لهڻ لاءِ چيو.

**استاد:** سليم، تون سڀني ٻارن کي مسجد جي اندرئين پاسي ڪري ويهار ته توهان کي مسجد جي باري ۾ ڪجهه ٻُڌايان.

**استاد:** ٺٽي جي هيءَ مسجد اُن وقت جي مغل بادشاهه شاهجهان تعمير ڪرائي هئي. هِن مسجد جي اڏاوت جو ڪم ١٦٤٤ع کان شروع ٿيو ۽ ١٦٤٧ع ۾ جُڙي راس ٿي. هيءَ مسجد ڳاڙهين سِرن سان ٺهيل آهي ۽ اڏاوت جو هڪ اعليٰ نمونو آهي.

آصف: سائين، مسجد جي پٽين تي نيري رنگ جي چٽساليءَ واريون هي سِرُون ڪٿان گهرايون ويون هيون؟

استاد: اهي ’ڪاشيءَ‘ جون سرون آهن. جيڪي اُن وقت نٽي جي ڪاشيگرن تيار ڪيون هيون. اڄڪلهه اهڙيون سرون نصرپور ۽ هالن ۾ به ٺهن ٿيون. هن خوبصورت مسجد ڪي گهڻن گنُبذن واري مسجد به چيو ويندو آهي، ڇو ته هن ۾ ١٠١ گنبذ آهن.هاڻي هلو ته مسجد ڪي اندران گهمي ڏسون. هيءَ مسجد جيتري ٻاهران خوبصورت آهي، اوتري اندران به سهڻي آهي.

سسئي: سائين، هيءَ مسجد ڪيڏي نه خوبصورت آهي! مسجد جي اندر ٿڌڪار لڳي پئي آهي. بجلي جيڪڏهن نه به هجي، ته به هوند گرمي محسوس نه ٿئي.

عابده: سائين، جڏهن مسجد ٺهي هئي، ته ان وقت بجلي ته ڪانه هوندي، پوءِ مؤذن جو آواز پري پري تائين ڪيئن ٻڌبو هوندو؟

استاد: عابده، توهان ڏاڍي ڪارائتي ڳالهه پڇي آهي. اڳي جايون جوڙيندڙ ڪاريگر، ان ڳالهه جو خاص خيال رکندا هئا ته هوا جي گذر ۽ سِج جي روشنيءَ جو بهترين انتظام هجي. هن مسجد ۾ جيڪي گنبذ رکيا ويا آهن، تن ۾ آواز پڙاڏي وانگر گونجي ٿو. اَذان جو آواز، انهن گنبذن سان ٽڪرائجي، پري پري تائين ٻُڌڻ ۾ ايندو آهي.

قاسم: سائين، هِتي ته سڄي سنڌ مان ماڻهو گهمڻ لاءِ ايندا هوندا؟

استاد: ها، پُٽ! هِتي سنڌ کان سواءِ، سڄي پاڪستان مان به ماڻهو گهمڻ لاءِ ايندا آهن. ڪراچي هِتان کان ١٠٣ ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي اولهه طرف آهي ۽ حيدرآباد اوڀر طرف اٽڪل ١٠٠ ڪلو ميٽرن جي مفاصلي تي آهي. **جتان** روزانو سوين گاڏيون اچ وڃ ڪن ٿيون ۽ ڪيترائي سياح هن خوبصورت مسجد ڪي ڏسڻ لاءِ ايندا آهن.

ٻارو، هينئر منجهند جو وقت ٿيو آهي ۽ اڳين **(ظهر)** نماز جي اَذان به اچڻ واري آهي. اوهين سڀ وڃي وضو ڪريو. پاڻ نماز پڙهي، ماني کائي، واپس هلنداسين.

# مشق

## (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- استاد شاگردن کي **شاهجهان** مسجد بابت ڇا ٻڌايو؟
٢- **شاهجهان** مسجد جي اڏاوت لاءِ ڇتساليءَ واريون سرون ڪٿي جي ڪاشيگرن ٺاهيون هيون؟
٣- **شاهجهان** مسجد ۾ ڪيترا گنبذ آهن؟
٤- **شاهجهان** مسجد ڪنهن تعمير ڪرائي؟

## (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

انتظام  ظهر  تعمير  خوبصورت  ڇتسالي

## (ج) ٻارو اوهان ٻيون ڪا تاريخي جڳهه ڏٺي هجي ته، ان بابت ڪلاس ۾ گفتگوڪريو.

## (د) هيٺ ڏنل لفظن جا جمع لکو ۽ جملن ۾ استعمال ڪريو:

| واحد | جمع | جُملا |
|---|---|---|
| سِرَ | | |
| مسجد | | |
| بس | | |
| دروازو | | |
| شَهَرُ | | |

## (هه) هيٺ ڏنل جملن مان اسم عام ۽ اسم خاص چونڊي، خانن ۾ لکو :

١- ٻارَ هِن وقت ٺٽي شهر ۾ شاهجهان مسجد وٽ بيٺا آهيون.
٢- ٺٽي واري مسجد مغل بادشاهه شاهجهان تعمير ڪرائي هئي.
٣- ڪاشيءَ جون سرون هالن ۽ نصرپور ۾ ٺهنديون آهن.
٤- هِتان کان ڪراچي اولهه طرف ۽ حيدرآباد اوير طرف آهي.

| اسم عام | |
|---|---|
| اسم خاص | |

سکيا جي حاصلات

- متن بابت سوالن جا جواب لکي سگهي.
- جملي ۾ مذڪر ۽ مؤنث لفظن ڪي تبديل ڪري سگهي.
- جملن مان اسم، فعل ۽ ضمير چونڊي لکي سگهي.

سبق ٻارهون

# شهيد راشد منهاس

الله سائينءَ اسان کي ڪيترين ئي نعمتون عطا ڪيون آهن. انهن مان هڪ وڏي نعمت زندگي به آهي. پر هڪڙي نعمت اهڙي به آهي، جنهن تان زندگي به قربان ڪري ڇڏبي آهي. اها نعمت آهي ’وطن‘! وطن تي جڏهن به ڏکيو وقت ايندو آهي، تڏهن تن، من ۽ ڌن سڀ ان تان قربان ڪري ڇڏبو آهي. اسان جي تاريخ به اهڙن بهادرن جي ڪارنامن سان ڀري پئي آهي، جن سر ڏئي پنهنجي وطن جي حفاظت ڪئي.

شهيد راشد منهاس به هڪ اهڙو سورمو آهي، جنهن وطن تان پنهنجي جان گهوري شهادت ماڻي. انهيءَ سورهيائيءَ تي کيس پاڪستان جو سڀ کان وڏو قومي تمغو ”نشانِ حيدر“ ڏنو ويو. شهيد راشد منهاس ننڍي هوندي کان ئي بهادرن جا قصا وڏي چاهه سان پڙهندو هو. هن کي ٽيپو سلطان جو اهو قول هميشه ياد رهندو هو ته: ”شينهن جي هڪ ڏينهن جي زندگي، گدڙ جي سؤ سالن جي زندگيءَ کان بهتر آهي!“.

شهيد راشد منهاس پنهنجي پڙهائيءَ سان گڏوگڏ هوائي جهازن جا ننڍا ماڊل پڻ گڏ ڪندو هو. جيڪڏهن ڪو کيس هوائي جهاز جو رانديڪو سوکڙيءَ طور ڏيندو هو ته ڏاڍو خوش ٿيندو هو. ائين هن ننڍپڻ ۾ ئي هوائي جهازن بابت ڪافي ڄاڻ پرائي ورتي.

هن ۱۴ سالن جي عمر ۾ پاڪ فضائيه ۾ شامل ٿيڻ جو فيصلو ڪيو. جنگ دوران پاڪ فضائيه جي اڏامندڙ جهازن کي سلام ڪري چوندو هو. ”وڏو! وڏندا وڃو پنهنجي وطن جي حفاظت ڪريو.“

شهيد راشد منهاس، رسالپور ۾ فضائي فوج جي اسڪول ۾ سکيا وٺي رهيو

هو. ٢٠ اگسٽ ١٩٧١ع تي بہ هو اهڙي تربيتي اڏام لاءِ جهاز ۾ چڙهيو. هن سان گڏ تربيت ڏيندڙ آفيسر مطيع الرحمان بہ هو. جهاز اڏاڻو ۽ ڏسندي ڏسندي هزارين ميٽر مٿي اڏامڻ لڳو. ڪجهہ دير کان پوءِ ڪنٽرول ٽاور کي راشد منهاس جو هڪ پيغام پهتو. ان پيغام سيني کي پريشان ڪري ڇڏيو. ان پيغام ۾ هن چيو تہ مطيع الرحمان جهاز پارت وني وڃڻ ٿو گهري. هن مطيع الرحمان کي ائين ڪرڻ کان روڪيو. مطيع الرحمان سندس بالا آفيسر هو ۽ هن سندس ڳالهہ نہ مڃي.
راشد منهاس ڏٺو تہ هو جهاز کي پاڪستان نٿو آٽي سگهي. ساڳئي وقت هن اهو بہ ارادو ڪيو تہ جهاز کي ڪنهن بہ صورت ۾ هندستان وڃڻ نہ ڏيندو. راشد منهاس ۽ مطيع الرحمان ۾ ڇڪتاڻ ٿيندي رهي. پوءِ هن جهاز جو رخ پنهنجي سرزمين ڏانهن ڪري ڇڏيو. جهاز بولاٽيون کائيندو اچي زمين تي ڦهڪو ڪيو. ائين ٿي هن بهادر نوجوان وطن جي غدار مطيع الرحمان جي سازش کي ناڪام ڪري ڇڏيو. ساڳئي وقت هن پنهنجي وطن جي مانَ لاءِ پنهنجي زندگي بہ قربان ڪري ڇڏي.

## مشق

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- اها ڪهڙي نعمت آهي، جنهن تان زندگي بہ قربان ڪري ڇڏبي آهي؟
٢- شهيد راشد منهاس کي ڪهڙو قومي تمغو ڏنو ويو؟
٣- شهيد راشد منهاس ننڍپڻ ۾ ڪهڙا ماڊل گڏ ڪندو هو؟
٤- راشد منهاس وطن جي ڪهڙي غدار کي ناڪام بڻايو؟
٥- پاڪستان جو وڏي ۾ وڏو فوجي اعزاز ڪهڙو آهي؟

### (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

نعمت قربان حفاظت سورمو تمغو سکيا

## (ج) ڇاءِ ڇو ضمير ڪم آڻي سواليہ جملا ٺاهيو:

مثال: ڇا تون سياڻي اسڪول ويندين؟

## (د) هيٺ ڏنل جا مذڪر ۽ مؤنث ٺاهيو:

| مذڪر | مؤنث | مذڪر | مؤنث |
|---|---|---|---|
| درزي | | | ڌوٻياڻي |
| هاري | | | ڊاڪترياڻي |

## سبق تيرهون

## سکيا جي حاصلات

- نظم ٻڌي، ان جو مفهوم بيان ڪري سگهي.
- لفظن جون اڳياڙيون ۽ پڇاڙيون ملائي نوان لفظ ٺاهي سگهي.
- نظم/ بيت کي انفرادي ۽ اجتماعي طور تي پڙهي، پنهنجي راءِ جو اظهار ڪري سگهي.
- بيهڪ جي نشانين (دم، اڌ دم ۽ عجب جي نشاني) جو دُرست استعمال ڪري سگهي.

# بهار جي مُند (بيت)

موٽي آئي مُندَ تي، واهه واهه رُتِ بهارَ،
ڪِليو گُلُ گلاب جو، ڪِڙيا ڪنٽهارَ،
ڀيرا ڏئي ڀَونر ڪئي، گُلن مٿان گُونجارَ،
سڀاجهي ستارَ، واليءَ وڏو وڙُ ڪيو.

آئي رُت بسنتَ جي، ٽاريون سڀ ٽلن،
موتيو، چنبيلي مُگرو، ڪِڙيو سڀ ڪِلَن،
خيرو آهه خُوشيءَ ۾، ٽانگر ٽا ٽِمڪن،
جهولن ۽ جهمڪن، گُلڙا گلستانَ ۾.

آئي رُتِ بَسنتِ جي، پکي لات لَنون،
پوپٽَ متان گُلن جي، رانديون رُوندَيون ڪن،
جَهجهي مکين ميڙي، ماکِي مانارن،
جشن ڪيا جيتن، جان آئي مُندَ بهارَ جي.

آئي رُت بسنتَ جي، جهڳمڳ ۾ جهنگن،
پن پراٽا ڪيترا، ڇڇيو سڀ ڇٽن،
جي وڻ پاري ساڙيا، سي اڄ ساهه ڪٽن،
جهليو پُور وٽن، ڏسو ڪم ڪريم جا.

پلي رُت بَسنتِ جي، جنهن ۾ سَرهائي،
پلو ڏٺي پاڻ آهه، جو ڪري پلائي،
ڪريان تنهن قادر جي، ڪيڏي وڏائي،
سائين سدائي، ڪري مهر مِڙن تي.

پيرومل ’غريب‘

## مشق

**(الف)** هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- هنن بيتن مان اوهان کي ڪهڙو بيت وڌيڪ پسند آهي؟
٢- اوهان کي اهو بيت چو ٿو وڻي؟
٣- شاعر بيتَ ۾ ڪهڙن ڪهڙن گُلن جو ذڪر ڪيو آهي؟

**(ب)** هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

رُت گونجار والي سباجهي گلستان مِهر

(ج) درست جواب تي (✓) نشان لڳايو.

هن بيت ۾ شاعر ڪهڙيءَ مند جو ذڪر ڪيو آهي؟

| اونهارو | سرءُ | بهار | سيارو |
|---|---|---|---|

(د) هي بيت سُر ۽ لئه سان ڪورس جي انداز ۾ ڪلاس ۾ پڙهي ٻڌايو.

(هه) هيٺ ڏنل لفظن جا هم آواز لفظ لکو:

| لفظ | هم آواز لفظ |
|---|---|
| بهار | ڪٽٺهار |
| گونجار | |
| ٽلن | |
| چٽن | |
| سرهائي | |

(و) هيٺ ڏنل جملن ۾ بيهڪ جون نشانيون لڳايو:

١- وڻن ٻوٽن پکين جانورن ۽ انسانن لاءِ پاڻي تمام ضروري آهي

٢- بهار جي مند سيني مندن کان پلي ۽ وڻندڙ آهي

٣- باغَ مان گُل چو پٽين ٿو

(ز) 'بيشمار' ۽ 'بيحد' لفظن ۾ 'بي' اڳياڙيءَ طور استعمال ٿيل آهي.
اوهين 'بي' اڳياڙيءَ وارا ڪي به چار لفظ ٻڌايو.

استاد لاءِ هدايت:

- مند کي سنڌيءَ ۾ 'موسم' ۽ 'رُتِ' به چئبو آهي.
- بهار کي سنڌيءَ ۾ بَسنت به چئبو آهي.
- هن بيت جي آخري بند ۾ شاعر 'سدائي' لفظ ڪم آندو آهي جنهن جي معنيٰ آهي 'سدائين'

## سبق چوڏهون

### سکيا جي حاصلات

- متن بابت سوالن جا جواب ڏئي سگهي.
- ابلاغ جي ذريعن (ريڊيو، ٽي وي، سوشل ميڊيا وغيره) تان ٻڌل ڳالهين مان معلومات حاصل ڪري سگهي.
- عبارت ۾ ڪم آندل نوَن لفظن جي درست معنيٰ لغت مان ڳولي، پڙهي سگهي.
- حرف جر، حرف جملي ۽ حرف ندا کي سمجهي، درست استعمال ڪري سگهي.
- پرنٽ ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا ذريعي ڄاڻ حاصل ڪري سگهي.
- ڪمپيوٽر ۽ موبائيل فون مان معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ سنڌي ٻوليءَ جو استعمال ڪري سگهي.

# ڪمپيوٽر جي آتم ڪهاڻي

ٻارو، منهنجو نالو ’ڪمپيوٽر‘ آهي. مون کي اڳي ڳڻپ ڪندڙ مشين بہ سڏيو ويندو هو. منهنجو بنيادي تصور ١٦٤٢ع ۾ فرانس جي هڪ رياضيدان ’بِليز پاسڪَل‘ ڏنو هو. مون کي هاٿوڪي شڪل ۾ آڻيندڙ هڪ انگريز رياضيدان ’چارلس بابيج‘ آهي.

مون کي ويهين صديءَ جي سڀ کان وڏي ۽ حيرت ۾ وجهندڙ ايجاد چيو وڃي ٿو. منهنجو استعمال هر هنڌ ڪيو وڃي ٿو. هڪ ننڍڙي ڪتابن جي دڪان کان وٺي خلا ۾ ويندڙ جهازن تائين مون کان مدد ورتي وڃي ٿي.

منهنجي ڪم ڪرڻ جا مکيہ اصولَ ’اِن پُٽ‘ (In Put) ۽ ’آئوٽ پُٽ‘ (Out Put) آهن. اِن پُٽ (In Put) مان مراد مون کي مهيا ڪيل معلومات آهي. مُون کي ڏنل هدايتن موجب جواب حاصل ڪرڻ کي آئوٽ پُٽ (Out Put) چيو وڃي ٿو. آءٌ ٽن مُکيہ حصن ۾ ورهايل آهيان.

١. اِن پُٽ (In Put) ٢. پراسِيس (Process) ٣. آئوٽ پُٽ (Out Put).

آءٌ گهربل معلومات کي آئوٽ پُٽ جي اوزارن وسيلي اِسڪرِين تي يا پرنٽر جي ڪاغذ تي آڻيندو آهيان. منهنجي هلائيندڙ کي ’ڪمپيوٽر آپريٽر‘ سڏيو ويندو آهي.

منهنجا مکيہ ٽي قسم آهن. (١) مين فريم (Main Frame) (٢). مِني فريم (Mini-Frame) ۽

٣. مائيڪرو ڪمپيوٽرس (Micro Computers). پهرئين قسم جا ڪمپيوٽر وڏن ادارن ۾ ڪم ايندا آهن. مائيڪِرو ڪمپيوٽر ننڍي سائيز جو ڪمپيوٽر آهي، جيڪو گهرن ۽ آفيسن ۾ استعمال ٿيندو آهي. جنهن کي پي سي (Personal Computer) چئبو آهي.

ٻارو، اوهان کي اِهو ٻُڌي خوشي ٿيندي تہ مون ۾ انگريزي، عربي، فارسي، سنڌي، اردو ۽ ٻيون ٻوليون موجود آهن. ڪمپيوٽر آپريٽر انهن ٻولين ۾ ڪمپوزنگ ڪري سگهندو آهي. اڄڪلهہ سنڌي ٻوليءَ جي سهڻن اکرن تي ٻڌل ڪيترائي 'فونٽ' (Font) يا نمونا، مون ۾ داخل ڪيا ويا آهن.

جن وسيلي سنڌي ٻوليءَ ۾ مواد جي ڪمپوزنگ ڪرڻ، اِي-ميل ڪرڻ ۽ ويب سائيٽ ناهڻ جا ڪم ڪري سگهجن ٿا.

ويهين صديءَ جي شروعات ۾ ڪمپيوٽر ۾ انگريزيءَ سان گڏ سنڌي ٻوليءَ ۾ بہ 'ڪِي بورڊ' ترتيب ڏنو ويو آهي، جنهن جي وسيلي مون ۾ سنڌي اِنسٽال ڪري، 'انٽرنيٽ' ۽ 'ويب' تي سنڌيءَ ۾ مواد لکي ۽ موڪلي سگهجي ٿو. ان کان سواءِ سنڌي ڪتابن کي انٽرنيٽ تي بہ رکيو ويندو آهي.

هاڻ مون ۾ ونڊوز جو سِنڌُ ساڄي پاسي کان موجود آهي. ان کان سواءِ انگ ۽ اکر، ڏينهن جا نالا توڙي سڄو ڪئلينڊر سنڌيءَ ۾ لاڳو ٿي ويو آهي.

ٻارو، آخر ۾ اوهان کي اِها بہ خوشخبري ٻڌائيندو هلان تہ، مختلف ويب سائيٽن تي هاڻي قرآن شريف جو سنڌي ترجمو، 'شاهہ جو رسالو' معنيٰ سان، سنڌي لغت، سنڌي درسي ڪتاب، سنڌي رسالا ۽ اخبارون پڙهي سگهجن

ٿيون . توهان جي هٿن ۾ جيڪو ڪتاب آهي، اهو بہ منهنجي مدد سان ئي تيار ڪيو ويو آهي.

چڱو ٻارو! هاڻ موڪلائڻي ناهي، اميد تہ اوهان مون کان گهڻو لاڀ حاصل ڪندا.

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

١- ڪمپيوٽر جي ايجاد ڪڏهن ۽ ڪنهن ڪئي؟
٢- ڪمپيوٽر ڪهڙن مکيہ أصولن وسيلي ڪم ڪري ٿو؟
٣- ڪمپيوٽر جا مکيہ ڪيترا قسم ٿين ٿا؟
٤- سنڌي ٻوليءَ جي ترقي لاءِ ڪمپيوٽر وسيلي ڪهڙيون ڪوششون ورتيون ويون آهن؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لغت مان ڳولي لکو ۽ پڙهو:**

جوڙجڪ    حيرت    معلومات    ترقي يافتہ

**(ج) ڪمپيوٽر جي حصن جون تصويرون ڏسي نالا لکو:**

**(د) ٻارو، پنهنجي آتم ڪهاڻي لکي ٻڌايو.**

**(هـ) ڪمپيوٽر کان سواءِ اوهين ريڊيو، ٽي وي ۽ موبائيل تان سوشل ميڊيا ذريعي ڪهڙي ڄاڻ حاصل ڪندا آهيو؟ تنهن بابت ٻڌايو.**

**(و) اخبارن ۽ رسالن مان ڪهڙي ڄاڻ حاصل ڪندا آهيو؟ ان بابت گفتگو ڪريو.**

(ز) اُهو لفظ، جيڪو ڪنهن اسم يا ضمير جي پُٺيان اچي ۽ ان جو لاڳاپو جملي جي ٻين لفظن سان ڏيکاري تنهن کي ’حرف جر‘ چئبو آهي.

جيئن : **جمال، هُن** کان **ڪتاب ورتو.**

اوهين، اهڙا ڪي ٻيا جملا ٺاهي ڏيکاريو، جن ۾ ’حرف جر‘ ڪم آندل هجي.

## سرگرمي:

- اُستاد، ٻارن جون ٽوليون ٺاهي، انهن کي اخبارون ۽ رسالا ڏئي پنهنجي پسند جون ڳالهيون پڙهڻ لاءِ چئي ۽ انهن تي ڳالهه ٻولهه ڪرائي.
- اُستاد، ٻارن کي ڪمپيوٽر تي سنڌي لکڻ سيکاري.

## ياد رکو ته:

- آتم ڪهاڻي، ’پاڻ بابت ڪهاڻي‘ کي چئبو آهي.

## استاد لاءِ هدايت:

- استاد، ٻارن کي سبق ۾ ڪمپيوٽر بابت ڪم آيل نون لفظن جي سمجهاڻي ڏئي.
- استاد، ٻارن کي ڪمپيوٽر تي سنڌي لکڻ سيکاري.

## سکيا جي حاصلات

- بيمارين کان بچاءَ جي اُپائن بابت ٻڌائي سگهي.
- متن بابت سوالن جا جواب لکي سگهي.
- ضمير متڪلم، حاضر ۽ غائب جي لفظن کي سمجهي ۽ ان جو جملن ۾ استعمال ڪري سگهي.
- واحد کي جمع ۽ جمع کي واحد ۾ بدلائي سگهي.

سبق پندرهون

# بيمارين کان بچاءَ جا اُپاءَ

حڪومت جي صحت کاتي، ننَڍن ٻارڙن کي خطرناڪ بيمارين کان بچائڻ لاءِ سَرڪارِي اسپتالن ۾ حِفاظَتِي ٽُڪن هڻڻ جا مَرڪز قائم ڪيا آهن. اتي ٻارن کي پيدائش کان وٺي پنجن سالن جي عُمر تائين اُهي ٽُڪا مُفت ۾ لڳايا ويندا آهن. اسپتالن ۾ پوليو جي خطرناڪ بيماريءَ کان بچڻ لاءِ بہ خاص اُپاءَ ورتا ويا آهن. صحت کاتي پاران مقرر ڪيل عَملو گهر گهر، توڙي اسڪولن ۾ وڃي ٻارن کي پوليو کان بچاءَ جا ڦُڙا پيارِيندو آهي تہ جيئن مُستقبل ۾هن بيماريءَ تي مڪمل ضابطو اچي سگهي.

تازي رِپورٽ موجب ڪيترن ئي ڳوٺن ۾ ٻارَن کي پوليو ٿيڻ جي اطلاع ملڻ تي صحت کاتي ڊاڪٽرن جي امدادي ٽيم، اُتي موڪلي. ڊاڪٽرن ٻارن کي مختلف بيمارين جهڙوڪ: ٽي بي، وڏي کَنگهہ، ڳلي جي بيماري، اُرڙي، نَمونِيا، نزلو،زڪام، ڪورونا ، مُدي جي بُخار ۽ سائيءَ جي بيماري کان بچاءَ جا ٽُڪا لڳايا. ان سان گڏوگڏ پوليو جا ڦُڙا پڻ پياريا.

ڊاڪٽرن، ڳوٺن جي ماڻهن کي صحت جي حفاظت جا اُصول بہ ٻڌايا ۽ صحت ۽ تندرستيءَ کي قائم رکڻ لاءِ پنهنجي جسم، گهر ،اسڪول ۽ پاڙي جي صفائيءَ بابت بہ ڄاڻ ڏني. ڊاڪٽر ڳوٺاڻن کي ٻڌايو تہ گند ڪچرو دٻن ۾ وجهڻ گهرجي ۽ گندي پاڻيءَ کي گهرن ۽ گهٽين ۾ بيهڻ نہ ڏجي، پر اُن جي نيڪال جو جوڳو بندوبست ڪجي. مَکيوُن ۽ مَڇَرَ ڪِني پاڻيءَ تي ئي وڌن تا ۽ جيڪي نزلو، زڪام، مليريا ۽ ڊينگي بخار جهڙين بيمارين جو ڪَارڻ بڻجن تا. هن ڳوٺاڻن کي وڌيڪ ٻڌايو تہ پاڻي صاف ۽ اباريل پيئو، جنهن ڪري پيٽ جي تڪليف،دستن ۽ الٽين کان بچي سگهجي ٿو. ڪاڌي پچائڻ واري جاءِ کي صاف سٿرو رکڻ گهرجي.ڪاڌو صاف سُٿرو ۽ تازو کائڻ گهرجي، ٻارُوٺو ڪاڌو کائڻ نہ گهرجي.ڪاڌي کائڻ کان اڳ چڱيءَ ريت هٿ ڌوئجن.ٻارن جي حفاظتي ٽُڪن جو ڪورس وقت سِر مڪمل ڪرائڻ گهرجي.

ڊاڪٽرن جي ڏنل هدايتن تي ڳوٺاڻن، امدادي ٽِيم جا ٿورا مڃيا ۽ صحت جي اُصولن تي هلڻ جي مُڪمل خاطري ڪرائي.

## مشق

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- ٻارن کي ڪهڙي بيماريءَ کان بچڻ جا ڦڙا پياريا ويندا آهن؟
٢- ٻارن کي ڪهڙين ڪهڙين بيمارين جا ٽُڪا لڳايا ويا؟
٣- مکين ۽ مڇرن کان ڪهڙيءَ ريت بچاءُ ڪري سگهجي ٿو؟
۴- ڊاڪٽرن ڳوٺ جي ماڻهن کي صحت جا ڪهڙا اصول ٻڌايا؟

### (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

حفاظتي - اُپاءُ - عَملو - اُصول - پيدائش

## (ج) هيٺ ڏنل واحد لفظن جا جمع ۽ جمع جا واحد لکو:

| واحد | جمع | واحد | جمع |
| --- | --- | --- | --- |
| ٽُڪو | | حڪومت | |
| | بيماريون | | ڪاڏا |

## (د) پنهنجي علائقي جي صفائيءَ جي باري ۾ اخبار لاءِ رپورٽ لکي ڏيکاريو.

## (د) ضمير متڪلم، ضمير غائب ۽ ضمير حاضر:

1- ’ آءُ - مان - اسين‘ اِهي لفظَ ’ضمير متڪلمُ‘ آهن. اوهين انهن لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻيو.

2- ’هو - اُهي - اُنهن‘ اِهي لفظَ ’ضمير غائبُ‘ آهن. اوهين انهن لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻيو.

3- ’تون، توهان‘ اِهي لفظَ ’ضمير حاضرُ‘ آهن.

اوهان ضمير متڪلم، حاضر ۽ غائب جي لفظن کي جُملن ۾ ڪم آڻيو.

### ياد رکو تہ:

تندرستي هزار نعمت آهي.ان ڪري تندرست رهڻ لاءِ هيٺ ڏنل ڳالهين جو خاص ڌيان رکڻ گهرجي:

- پاڻي اُباري، صاف ٿانوَن ۽ صاف جڳهه تي رکڻ گهرجي.
- گهرُو جانورن جي رهڻ وارين جاين ۽ وٿاڻن کي صاف سترو رکڻ گهرجي.
- گهر ۾ استعمال ٿيندڙ ڪاڪوس کي صاف رکڻ گهرجي.

### استاد لاءِ هدايت:

- اُستاد، ٻارن کي اخباري رپورٽ لکڻ سيکاري.
- اُستاد، ٻارن کي بيمارين کان بچاءَ جا ٽُڪا لڳرائڻ جا فائدا ٻڌائي.

## سبق سورهون

### سکيا جي حاصلات

- نظم ٻڌي ان جو مفهوم ٻڌائي سگهي.
- روزمره جي ڪنهن بہ موضوع تي پنهنجن لفظن ۾ ڏهن ڪان پندرنهن سادن ۽ مرڪب جملن تي تندرستي مضمون لکي سگهي.
- عبارت پڙهي پنجن مان چئن تفهيمي سوالن جا جواب ڏئي سگهي.

# تندرستي (بيت)

آهي تندرستي، نعمت هڪ عجيب،
جهڙي شاهوڪار لئہ تهڙي ڪاڻ غريب.

مال خزانا ڪيترا، ڪنهن وٽ لک هجن،
هيرا موتي اَڻ مَيا، وَٽس پيا رُلن،
پر جي هوندو ڪينَ ڪي، سَگهو تَنهن جو تَن،
تہ وٽندو ڪينَ تنهن ڪي، اُهو سارو ڌن.

آهي تندرستي، دولت سچي سا،
جيءُ خوش جهان خوش، اِئين چون تا،
اهڙي اَملهہ شيءِ جي، ڳڻتي جُڳائي،
ڇڏڻ گهرجي ڪينَ ڪِي، تنهن ڪي ڦِنائي.

گندين عادتن کان، پاسو نِتِ ڪجي،
صفائيءَ تي هر طرح، سدا ڌيان ڏجي.

محمد صديق مسافر

## مشق

**(الف)** هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- هن بيت مان توهان کي ڪهڙو بند وڌيڪ وڻي ٿو ۽ ڇو؟
٢- تندرستي نہ هوندي تہ ڇا ٿيندو ۽ ڇو؟
٣- صفائيءَ تي ڌيان ڪيئن ڏجي؟
٤- ’جيءُ خوش، جهان خوش‘ مان ڇا مُراد آهي؟
٥- تندرست رهڻ لاءِ ڪهڙيون ڳالهيون ضروري آهن؟

**(ب)** هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

شاهوڪار ڪاڻ سگهو ڏن تن اَملهه نِت

**(ج)** هن نظم ۾ تندرستيءَ جي جيڪا اهميت بيان ٿيل آهي، اُها پنهنجن لفظن ۾ لکو.

**(د)** هيٺ ڏنل بند جي سمجهاڻي لکو:

آهي تندرستي، نعمت هڪ عجيب،
جهڙي شاهوڪار لئہ، تهڙي ڪاڻ غريب.

**(هہ)** هِي بيت زباني ياد ڪريو ۽ گڏجي سُرُ سان ٻڌايو.

**(و)** هيٺ ڏنل عبارت پڙهي دُرست سوالن جا جواب ڏيو:

صاف سُٿري ماحول ۾ رهڻ گُهرجي. پاڻي بہ صاف استعمال ڪجي. ڪاڻو وقت تي ڪائجي. ننڊ صحت لاءِ ضروري آهي. گهٽي ننڊ سُستي پيدا ڪري ٿي. صحت کي برقرار رکڻ لاءِ بدني ورزش ضروري آهي. تندرستيءَ جهڙي ٻِي ڪا نعمت ناهي. اِها هڪ بي بها موتي آهي، جيڪا خريد نہ ٿي ڪري سگهجي. خوشنصيب انسان اهو آهي، جيڪو تندرست آهي.

1- اسان کي ڪهڙي ماحول ۾ رهڻ گهرجي؟
2- ڪهڙو پاڻي استعمال ڪرڻ گهرجي؟
3- ڪاڻو ڪڏهن ڪائجي؟
4- خوشنصيب انسان ڪير آهي؟
5- صحت کي برقرار رکڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟

**استاد لاءِ هدايت:**

- اُستاد، ٻارن کي نظم جي سمجهاڻي لکڻ ۾ مدد ڪري ۽ تندرست رهڻ جا فائدا ٻڌائي.

سبق سترهون

## سکيا جي حاصلات

- ڪهاڻي، واقعا، تقريرون ۽ خطبا ٻڌي انهن جا اهم نڪتا سمجهي سگهي.
- ڪنهن به تقريب يا تفريحي پروگرام جو احوال پنهنجن لفظن ۾ لکي سگهي.
- هم معنيٰ ۽ متضاد لفظن جي فرق کي سمجهي جملن ۾ استعمال ڪري سگهي.
- گرامر موجب 'جا، جو، جي' جو دُرست اِستعمال ڪري سگهي.

# قومي جذبو

جنهن ملڪ جي ماڻهن ۾ قومي جذبو ۽ حب الوطني هوندي آهي، اُنهن جي وطن ڏانهن، دشمن کي اک کڻي نهارڻ جي همت به نه ٿيندي آهي. اهڙا مثال دنيا جي آزاد قومن ۾ گهڻي انداز ۾ ملن ٿا. اسان جي قوم به ١٩٦٥ع جي جنگ ۾ قومي جذبي جو اهڙو مثال قائم ڪري ڏيکاريو.

اسان جي پاڙيسري ملڪ ڀارت، ٦ سيپٽمبر ١٩٦٥ع تي، بنا ڪنهن اطلاع جي رات جي اونداهيءَ ۾ اسان جي پياري ملڪ تي حملو ڪري ڏنو. ڀارت جو خيال هو ته، هُو ٿورن ئي ڪلاڪن ۾ لاهور فتح ڪري وٺندو، پر اسان جي جانباز فوجين ۽ بهادر شهرين ، فولادي ديوار بڻجي، دشمن کي مُنهن ڏنو ۽ ان کان پوءِ ڀرپور حملو ڪري کين پوئتي هٽڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو.

ڀارتي فوج، ١٢ سيپٽمبر تي سيالڪوٽ تي سڀ کان وڏو حملو ڪيو. اُن حملي ۾ ڀارت جون ٽئنڪون رُڪ جي ديوار بڻجي، پاڪستان جي سرزمين ڏانهن وڌنديون آيون. هن زبردست حملي کي مُنهن ڏيڻ لاءِ اسان جي دلير جوانن سِر جو سانگو لاهي، ڪجهه ٽئنڪون تيزيءَ سان هلائي، ڀارت جي ٽئنڪن سان ٽڪرائي، اُن کي چِڙوِچڙ ڪري ڇڏيو.

ساڳئي محاذ تي، ١٤ سيپٽمبر تي، دشمن جو حملو انتهائي سخت ٿي چڪو هو، حملي ڪندڙ فوج جو تعداد تمام گهڻو هو. هنن وٽ ٽئنڪون ۽ بڪتربند گاڏيون پڻ هيون. اُن هوندي به، حملي آورن

پاڪستاني بهادر سپاهين جي هٿان سخت شڪست کاڌي.

اسان جي بَري فوج سان گڏ هوائي فوج به، ڀارت تي وڏي چستيءَ ۽ ڦُڙتيءَ سان بمباري ڪئي، انهيءَ ڪري ڀارتي فوج هار کائي پوئتي هٽي وئي. انهيءَ جنگ ۾ پاڪستان جي بحري فوج به پنهنجو پاڻ ملهايو ۽ ڀارت جي دُوارڪا بندر تي بم وسائي، اُن کي تباهه ڪري ڇڏيو.

١٩٦٥ع واري جنگ ۾، فوج کان سواءِ عام ماڻهن ۽ سِوِل ملازمن به قومي جذبي جو بي مثال اظهار ڪيو. هرهڪ پنهنجي ڪم کي انتهائي ايمانداريءَ سان پورو ڪيو. ڪيترائي ماڻهو مجاهد بڻجي محاذن تي جنگ لڙڻ لاءِ فوجين سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي وڃي بيٺا.

پاڪستاني عوام اُن ڏکئي وقت ۾ حڪومت جي دل کولي مالي مدد پڻ ڪئي. شاهوڪار ماڻهن ته تمام گهڻو پئسو ڏنو، پر غريب ۽ پورهيت ماڻهن به، پنهنجي ڪجهه ڏينهن جي ڪمائي ۽ بچت،قومي حفاظتي فنڊ ۾ جمع ڪرائي. اهڙيءَ طرح اسڪولي ٻارن به پنهنجي حال سارو ڪجهه نه ڪجهه چندي ۾ ڏنو.

اسان کي گهرجي ته پنهنجي ڪمائيءَ مان ٿورو ڪجهه بچائي رکون ته جيئن ڏکئي وقت ۾ ملڪ ۽ قوم جي مدد ڪري سگهون. ڇاڪاڻ ته پئسو يا دولت اهڙي شيءِ آهي، جيڪا انسان کي هر وقت ڪم اچي سگهي ٿي. انهن ڳالهين تي عمل ڪري اسان ملڪ ۽ قوم جي خدمت ڪري سگهون ٿا.

اسان سڀني کي گڏجي پنهنجي پياري وطن جي تعمير ۽ ترقيءَ ۾ حصو وٺڻ گهرجي ته جيئن ملڪ جو مانُ مٿانهون ٿئي.

# مشق

## (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- ١٩٦٥ع واريءَ جنگ ۾ اسان جي ملڪ تي ڪنهن حملو ڪيو؟
٢- پاڪستان جي فوج ١٩٦٥ع واريءَ جنگ ۾ ڪهڙي بهادري ڏيکاري؟
٣- پاڪستان جي عوام اُن وقت حڪومت جي ڪهڙي مدد ڪئي؟
٤- پاڪستان جي بحري فوج، ڀارت جي ڪهڙي بندر تي حملو ڪيو؟
٥- بچت ڪرڻ ڇو ضروري آهي؟

## (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

حب الوطني همت فولادي بهادر چُستي

## (ج) هيٺ ڏنل جملا درست ڪري لکو:

- مون ڪتاب ڦاڙي آهي.
- دل ڌڙڪي ٿو.
- سُٺو موسم آهي.

## (د) هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو ۽ جملن ۾ استعمال ڪريو:

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| گهٽو | | آزاد | |
| غريب | | جنگ | |
| دشمن | | ڪامياب | |

## (ھ) هيٺ ڏنل لفظ جملن ۾ ڪم آڻيو:

جا - جو - جي

مثال طور: اسان جا گهر سُهڻا آهن.

- اڪبر............... ڪتابُ ڪٽي ڏي.
- اوهان .............. گهر ۾ ڪمپيوٽر آهي؟
- اِهي اسان ............. ڪتاب آهن.

## (و) هيٺ ڏنل جُملا پڙهو ۽ سمجهو:

١- انب مِٺو آهي.

٢- اسلم ٿُلهو آهي.

٣- هاٿي وڏو جانور آهي.

**مٿي ڏنل جُملن ۾ ليڪ ڏنل لفظ صفت آهن. اوهين ڪي بہ ٽي اهڙا صفت جا لفظ لکو ۽ جُملن ۾ ڪم آڻيو.**

## (ز) ٢٣ مارچ يا ١٤ آگسٽ جي مناسبت سان ٿيندڙ ڪنهن تقريب ۾ جيڪڏهن اوهان حصو ورتو هجي تہ اُن جو احوال لکو ۽ ٻڌايو.

**ياد رکو تہ:**

- سياڻن چيو آهي تہ ”اهو ڪِي ڪجي جو مِينهن وسندي ڪم اچي.“

# وَڏي ٻوڏ

### سکيا جي حاصلات

- متن بابت سوالن جا جواب لکي سگهي.
- ابلاغ جي ذريعن (ريڊيو، ٽي وي، سوشل ميڊيا وغيره) تان ٻڌل ڳالهين مان معلومات حاصل ڪري سگهي.
- عملي زندگيءَ ۾ مثبت سماجي روين (سهپ، رواداري، برابري، ٻين جي راءِ جو احترام، امن ۽ هم آهنگي وغيره) جو اظهار ڪري سگهي.
- مرڪب (هاڪاري ۽ ناڪاري) جُملا ڳالهائي سگهي.

٢٠١٠ع ۾، سنڌ ۾ وڏي ٻوڏ آئي، سِنڌو درياهه تي ڳُڊو بئراج وٽ تعمير ٿيل ٽوڙيءَ وارو بَندُ، درياهه جي پاڻيءَ جو دٻاءُ نه سهي ٽُٽِي پيو. بَند ٽُٽڻ جي ڪري درياهه جو پاڻي اُٿلي پيو ۽ ڏِسندي ڏِسندي وڏي ٻوڏ جي صورت اختيار ڪري ويو، جنهن وڏي تباهي آندي.

ٻوڏ دوران حڪومت انساني حياتين کي بچائڻ لاءِ ڪيترين ئي ڪوششون ورتيون. ڳوٺن ۽ شهرن ۾ ڪيترين ئي امدادي ٽيمون اُماڻيون ويون، جن لکين انساني جانيون بچائي کين محفوظ ماڳن تي پهچايو.

هن ٻوڏ دوران نئشنل ڊزاسٽر مئنيجمينٽ اٿارٽي جي ڪارڪنن سان گڏ ملڪ جي بَرِي، بَحري ۽ هَوائِي فوج جا جوان به شامل هئا. ماڻهن کي محفوظ هنڌن تي پهچائڻ لاءِ ٻيڙين ۽ هيليڪاپٽرن جو استعمال به ڪيو ويو.

سنڌ گرئجوئيٽس ائسوسيئيشن ۽ ان کان سواءِ هلال احمر، ٻين سماجي ڀلائيءَ جي رضاڪارن، عوامي نمائندن ۽ سَرنڊِيءَ وارن ماڻهن پنهنجي وسان ڪونه گهٽايو. ٻوڏ متاثر ماڻهن کي بچائيندي ڪيترا ڪارڪن

زخمي ٿي پيا، پر پنهنجو قومي فرض نڀائيندي تاريخ جو حصو بڻجي ويا.

هِن ٻوڏ دوران سنڌ جو اڌ کان وڌيڪ علائقو ٻوڏ جي ور چڙهي ويو. هن ٻوڏ ۾ ڪيترائي شهر، ڳوٺ، گهر، ملڪيتون، مال ۽ فصل تباهه ٿي ويا. هن ٻوڏ دوران سنڌ جو اهڙو ڪو ماڻهو نه هو، جنهن ٻوڏ سَتايلن جي مَدد نه ڪئي هجي. ٻوڏ جي ڏُتڙيل ماڻهن کي کاڌ خوراڪ ۽ مالي مدد پڻ ڏني ويئي. ان ڪانسواءِ کين گهر به اڏائي ڏنا ويا ته جيئن هو ٻيهر پنهنجن اباڻن اجهن ۾ وڃي آباد ٿين.

## مشق

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- سنڌ ۾ وڏي ٻوڏ ڪڏهن آئي؟

٢- اها ٻوڏ ڪهڙي بند ٽُٽڻ سبب آئي؟

٣- توڙيءَ وارو بند ڪٿي آهي؟

٤- ٻوڏ دوران ڪهڙن ڪهڙن ادارن فلاحي ڪمن ۾ حصو ورتو؟

٥- ٻوڏ ستايل ماڻهن جي ڪهڙيءَ ريت مدد ڪئي وئي؟

### (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

بَندُ   ڏُتڙيل   رضاڪار   فلاحي   ڪارڪن

### (ج) هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو ۽ جُملن ۾ استعمال ڪريو:

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| حياتي | | جديد | |
| خانگي | | ڳَڏ | |

### (د) هاڪاري جملن کي ناڪاري جملن ۾ تبديل ڪريو:

جيئن : آءٌ اڄ اسڪول ويندس : آءٌ اڄ اسڪول نه ويندس.

١- هي منهنجو دوست آهي : ...............................

٢- اسين راڻي باغ گهمڻ وڃون ٿا: ...............................

٣- هوءَ بئنڪ ڏانهن ويئي : ...............................

(هہ) ٻوڏ اچڻ جا ڪهڙا ڪارڻ آهن؟ بيان ڪريو.

(و) قدرتي آفتن دوران ريڊيو، ٽيليويزن ۽ ٻيا سُڏسماءَ جا ذريعا ڪهڙو ڪردار ادا ڪندا آهن؟ بيان ڪريو.

(ز) قدرتي آفتن دوران اسان کي ڪهڙو رَويو اختيار ڪرڻ گهرجي؟

## ياد رکو تہ:

- ٻوڏن، برساتن، طوفانن ۽ زلزلن ۾ متاثر ماڻهن جي مدد ڪرڻ اسان سڀني جو اخلاقي فرض آهي.

## اُستاد لاءِ هدايت:

- استاد ٻارن کي قدرتي آفتن کان بچاءَ بابت **ڄاڻ** ڏئي.

### سکيا جي حاصلات

- نظم ٻڌي ان جو مفھوم ٻڌائي سگھي
- پنھنجي پسند جون آکاڻيون، نظم، پروليون ۽ لطيفا پڙھي لطف حاصل ڪري سگھي.
- آکاڻين ۽ نظمن ۾ ڏنل فطري منظرن، ڪيفيتن ۽ حالتن تي پنھنجن جذبن جو اظھار ڪري سگھي.
- ڪنھن بہ ڏنل منظر بابت مربوط پئراگراف لکي سگھي.

# مُندائتا مِينھَن (بيت)

سارَنگ سارَ لَھيجِ، اَللہ لَڳ اُڃيَن جِي،
پاڻِي پُوجَ پَٽَن تي، اَرزان اَنُ ڪَرِيجِ،
وطن وسائيجِ، تہ سَنگھارن سُک ٿئي.

* * * *

اَڄُ پڻ اُتر پار ڏي، ڪَڪريون ڪارِيون،
وَسي تو وَڏ ڦُڙو، ٿَھَڪَنِ تيون تارِيون،
لَٿِنِ لُکَ 'لطيف' چئي، ڏِايُون تاساريون،
پِڄنديون پَتاريون، وري وَٿاڻين آئيون.

* * * *

اَڄ پڻ اُتر پار ڏي، ڪَڪَرَ ڪيائين،
مُندائتي مِينھَن جي، رُت نہ روڪيائين،
پَلرُ پَلتيائِين، سانگين گھٽا سُک ٿيا.

شاھ عبداللطيف ڀٽائيؒ

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

١- هن بيت مان اوهان کي ڪهڙو بند وڌيڪ پسند آهي؟
٢- جيڪو بند توهان کي وڌيڪ وڻي ٿو، اهو ڇو ٿو وڻي؟
٣- هن بيت ۾ شاعر ڪهڙين ڳالهين جو ذڪر ڪيو آهي؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

سارنگ سار ارزان سنگهار تاساريون ڍايون

**(ج) هيٺ ڏنل نَون لفظن کي پنهنجي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

| واهه واهه | افسوس | بلي بلي | شاباس | او |
|---|---|---|---|---|

(١) واهه واهه ! تو تہ نوان ڪپڙا پاتا آهن.
(٢) افسوس ! ..........................................
(٣) بلي بلي ! ..........................................
(۴) شاباس ! ..........................................
(۵) او ! ..........................................

**(د) هن بيت ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جن قدرتي نظارن جو ذڪر ڪيو آهي، انهن کي پنهنجن لفظن ۾ لکي ڏيکاريو.**

**(هه) هيٺ ڏنل لفظن جا هم آواز لفظ لکو:**

* لهيج ..........................................
* تاريون ..........................................
* ڪيائين..........................................

(و) 'مِينهَن' بابت اوهان کو بيو نظم پڙهيو هجي تہ ٻڌايو.

(ز) هيٺ ڏنل تصوير ۾ جيڪو منظرُ ڏنل آهي، ان بابت پئراگراف لکو:

اُستاد لاءِ هدايت:

- اُستاد ٻارن کي بيتن جي معنيٰ ۽ مفهوم سمجهائي.

سبق ويهون

### سکيا جي حاصلات

- متن بابت سوالن جا جواب لکي سگھي.
- پنهنجن خيالن ۽ جذبن کي زباني ۽ تحريري طور مثبت انداز ۾ پيش ڪري سگھي.
- پنهنجي ڳالھ ٻولھ ۾ چوڻين ۽ پهاڪن جو مناسب استعمال ڪري سگھي.
- اخبارن، رسالن ۽ اشتهارن کي سمجھي، پڙھي سگھي.
- بي ترتيب جملن کي دُرست ترتيب ڏئي سگھي.

# ماحول جي صفائي

اڄ استاد ڪلاس ۾ ٻارن کي ماحول جي صفائيءَ بابت ڄاڻ ڏيندي ٻڌايو تہ ڌرتيءَ جي سُونهن ساھ وارن سان آهي. اهي لکين سالن کان ڌرتيءَ جي قدرتي ماحول کي برقرار رکيو اچن. هُن ٻارن کي وڌيڪ سمجهاڻي ڏيندي ٻڌايو تہ ماحول جي تبديليءَ جي ڪري جاندار ڪيترن ئي مرحلن مان گذريا آهن. انساني سلامتيءَ لاءِ ماحول کي صاف سٿرو رکڻ ضروري آهي. جيڪڏهن ماحول صاف سٿرو نہ هوندو تہ انساني زندگيءَ کي نُقصان رَسَندو ۽ ڪيتريون ئي بيماريون جنم وٺنديون.

استاد اهو بہ ٻڌايو تہ اسان جي ماحول ۾ گدلاڻ جو مُکيہ ڪارڻ ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ گئس جو وڌڻ آهي. اڄڪلھ دنيا ۾ انجڻ وارين گاڏين جو واهپو وڌي ويو آهي، جيڪي پيٽرول، ڊيزل ۽ گئس تي هلنديون آهن. انهن

مان نڪرندڙ ڪارو دونهون، ماحول ۾ گدلاڻ جو سبب بنجي ٿو. اهو دونهون ڪيترين ئي خطرناڪ گئسن سان مليل نهي ٿو. ڪارخانن ۽ فيڪٽرين مان نڪرندڙ دونهون ۽ زهريلو پاڻي، صاف ستري ماحول ۾ شامل ٿي، ان کي خراب ڪريو ڇڏين. اسان کي پنهنجي ماحول کي صاف سٿرو رکڻ لاءِ دونهون ڇڏيندڙ گاڏين جو استعمال نہ ڪرڻ گهرجي. ڪارخانن ۽ فيڪٽرين کي شهرن جي آبادين کان پري قائم ڪجي. وڻن ۽ ٻوٽن کي وڍڻ نہ گهرجي. وڌ کان وڌ وڻ ۽ ٻوٽا پوکڻ گهرجن، ڇوتہ وڻ ۽ ٻوٽا آڪسيجن خارج ڪن ٿا، جيڪا اسان کي ساهہ کڻڻ ۾ مدد ڪري ٿي ۽ ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ جي مقدار کي گهٽائي ٿي.

ڪلاس جي هڪ شاگرد شڪيل احمد، استاد جي سمجهاڻيءَ تي عمل ڪري، دوستن سان گڏجي پنهنجي ڳوٺ ۾ وَڻڪاريءَ جي مُهم هلائي ۽ اُتي وڻ ۽ ٻوٽا پوکيا. وڻن ۽ ٻوٽن سڄي ڳوٺ کي خوبصورت بنائي ڇڏيو. اهڙيءَ ريت هن شاگرد جي ننڍڙيءَ ڪوشش سان سندس ڳوٺ جو ماحول بهتر ٿي ويو.

# مشق

## (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- ماحول جي سُونهن ڇا سان آهي؟
٢- ماحول کي صاف سٿرو رکڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟
٣- ماحول ۾ گدلاڻ جا ڪهڙا ڪارڻ آهن؟
٤- وڻ ۽ ٻُوٽا ڇو پوکڻ گهرجن؟

## (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

ماحول سُونهن مقدار وڻڪاري خوبصورت

## (ج) ماحول جي بهتريءَ لاءِ ڪهڙيون ڳالهيون ضروري آهن تن بابت پاڻ ۾ گفتگو ڪريو.

## (د) هيٺ ڏنل بي ترتيب جملن کي درست ترتيب ڏيو:

١- لاءِ سلامتي انساني ماحول صاف سٿرو ضروري رکڻ آهي.
٢- انجڻ وارين گاڏين جو آهي دنيا ۾ اڄڪلهه واهپو وڏي ويو.
٣- گدلاڻ جو مکيہ ڪارڻ اسان جي ماحول ۾ وڌڻ آهي ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ جو.

## (هہ) 'ڦُڙي ڦُڙي تلاءُ' هڪ پهاڪو آهي: اوهان اهڙا ڪي ٻيا پهاڪا ٻُڌايو.

## (و) هيٺ ڏنل خال ڀريو:

١- ڌرتيءَ جي سُونهن ..............سان ٿي آهي.
٢- ساهہ کڻڻ ۾ ..............گئس مدد ڪري ٿي.
٣- وڻن ۽ ٻُوٽن کي ............ نہ ڳُهرجي.
٤- شڪيل احمد پنهنجي ڳوٺ ۾ دوستن سان گڏجي ...........پوکيا.

### سرگرمي:

- اُستاد ڪلاسَ ۾ ٻارن کان وڻڪاريءَ مُهم بابت اخبارن ۽ رسالن وغيره ۾ ايندڙ اشتهار پڙهائي ۽ پنهنجي اسڪول ۾ ٻُوٽا پوکڻ جي عملي سرگرمي ڪرائي.

### اُستاد لاءِ هدايت:

- اُستاد ٻارن کي پهاڪن بابت وڌيڪ سمجهائي.

## سبق ايڪيهون

# قصو بادشاهه ۽ وزير جو

### سڪيا جي حاصلات

- ڪهاڻي ٻڌي، ان جي ڪردارن جون خوبيون ۽ خاميون ٻڌائي سگهي.
- آکاڻي پڙهي ان جي بنيادي خيال کي سمجهي سگهي.
- ٻارن جي رسالن ۽ اخبارن ۾ پنهنجيون تخليقون موڪلي ۽ ٻين جي لکيل مواد تي پنهنجي راءِ ڏئي سگهي.
- حرف جر، حرف جملي ۽ حرف ندا کي سمجهي، درست استعمال ڪري سگهي.

ڳالهه ٿا ڪن تہ ڪنهن ملڪ جي بادشاهه وٽ هڪ تمام ڏاهو وزير هوندو هو. هڪ ڏينهن اوچتو اهو وزير وزارت ڇڏي هليو ويو، هو هڪ جهنگ ۾ وڃي رب پاڪ جي عبادت ڪرڻ لڳو. بادشاهه سندس جاءِ تي هڪ نئون وزير مقرر ڪري ڇڏيو.

هڪ ڏينهن بادشاهه کي وزير ياد آيو ۽ نئين وزير کان پڇيائين تہ: ”اسان جي اڳوڻي وزير جو ڪهڙو حال آهي؟“ نئين وزير ورندي ڏني تہ: ”بادشاهه سلامت! هو جهنگ ۾ رهي ٿو ۽ الله پاڪ جي عبادت ۾ ايترو تہ مشغول آهي، جو ڪنهن وٽ اچي وڃي ئي ڪونہ.“ اهو ٻڌي بادشاهه پنهنجي نئين وزير کي ساڻ ڪري اڳوڻي وزير سان ملڻ لاءِ جهنگ ڏانهن روانو ٿيو. جڏهن اهي وٽس پهتا تہ بادشاهه ڪانئس پڇيو تہ: ”تون اسان کي ڇو ڇڏي، هن جهنگ ۾ اڪيلو اچي وينو آهين؟“وزير وراڻيو تہ: ”بادشاهه سلامت! اوهان کي ڇڏڻ جا مون وٽ ڪيترائي سبب هئا.“ ۽ هُو سبب ٻُڌائڻ لڳو:

”پهريون هي تہ جڏهن توهين گفتگو ڪندا هئا، تہ مون کي بيهي جواب ڏيڻو پوندو هو. هاڻي مون کي هڪ اهڙو بادشاهہ مليو آهي، جنهن مون کي عبادت ڪرڻ وقت بہ ويهڻ جي اجازت ڏئي ڇڏي آهي.“

”ٻيو سبب اهو هو تہ، جڏهن توهين کو طعام وغيره کائيندا هئا تہ مون کي اوهان آڏو حاضريءَ ۾ بيهي هر طرح جو خيال رکڻو پوندو هو. هاڻي مون کي اهڙو بادشاهہ مليو آهي. جيڪو مون کي خود کارائي ٿو.“

” ٽيون سبب اهو هو تہ جڏهن اوهين آرام ڪندا هئا، تڏهن آءٌ اوهان مٿان پهرو ڏيندو هوس ۽ هاڻي آءٌ سمهندو آهيان تہ منهنجو بادشاهہ منهنجي نگهباني ڪندو آهي.“

” اڳي مون کي هميشہ اهو خوف رهندو هو تہ، اوهان جي مرڻ کان پوءِ متان اوهان جا دشمن مون کي ماري نہ ڇڏين! پر هاڻي مون کي اهو خوف ناهي، ڇو تہ هيءُ بادشاهہ هميشہ قائم ۽ دائم رهڻ وارو آهي.“

”اوهان وٽ مون کي اهو خوف رهندو هو تہ، جيڪڏهن مون کان ڪا غلطي ٿي وئي تہ اوهين مون کي معاف نہ ڪندا، پر هاڻي منهنجو بادشاهہ ايڏو تہ ٻاجهارو آهي، جو هزارين غلطيون معاف ڪري ڇڏيندو آهي.“

بادشاهہ وزير جون ڳالهيون ٻڌي لاجواب ٿي واپس موٽي ويو.

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

١- هن ڪهاڻيءَ ۾ ڪنهن جو قصو بيان ڪيو ويو آهي؟
٢- وزير، بادشاهہ کي ڇو ڇڏي ويو؟
٣- بادشاهہ نئين وزير کان اڳوڻي وزير بابت ڇا پڇيو؟
٤- نئين وزير بادشاهہ کي ڪهڙو جواب ڏنو؟
٥- بادشاهہ ۽ اڳوڻي وزير جي ملاقات جو احوال ٻڌايو؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ استعمال ڪريو:**

گفتگو    خُود    نگهباني    ڏاهو    طعام

(ج) هن ڪهاڻيءَ مان اسان کي ڪهڙو سبق ملي ٿو؟

(د) ٻارو اوهان کي ٻي ڪا اهڙي ڪهاڻي ياد هجي ته ٻڌايو.

(هـ) اوهان کي هن ڪهاڻيءَ جو ڪهڙو ڪردار پسند آيو ۽ ڇو؟

(و) هن ڪهاڻيءَ جو بنيادي خيال ڪهڙو آهي؟

(ز) اوهان اُستاد جي مدد سان ڪو ننڍڙو مضمون يا ڪهاڻي لکو. ان کان پوءِ اها ڪهاڻي يا مضمون ڪنهن ٻارن جي رسالي يا اخبار ۾ ٻارن جي صفحي لاءِ موڪليو.

(ح) هيٺ ڏنل جُملو پڙهو:

١- پکي اُڏامي ٿو.

متئين ڏنل جُملي ۾ 'پکي' فاعل آهي ۽ 'اُڏامي ٿو' فعل آهي.

اوهان اهڙا ڪي ٻه ٽي جُملا لکو، جنهن ۾ فاعل ۽ فعل هُجي.

(ط)
* اڪبر ۽ راڻي گڏ پڙهندا آهن.
* آءٌ اڄان ها پر گاڏي ڪانه ملي.
* استاد چيو ته سياڻي موڪل آهي.

متي ڄاڻايل جملن ۾ 'ء، پر، ته' اهڙا لفظ آهن، جيڪي ٻن لفظن يا جملن کي جوڙين ٿا. انهن کي حرف جملو چئبو آهي. انهن لفظن مان ٻيا ڪي جملا ٺاهي ڏيکاريو.

(ي) مذڪر جا مؤنث لکو:

| مذڪر | مؤنث |
|---|---|
| بادشاهه | |
| ڏاهو | |
| مرد | |
| شهزادو | |

# سبق ٻاويھون

### سکيا جي حاصلات

- متن بابت سوالن جا جواب لکي سگھي.
- ڪنھن بہ ڏنل موضوع تي گھٽ ۾ گھٽ ٽن کان ڇئن متنن تائين تاثرات سان خيالن جو اظهار ڪري سگھي.
- لفظن کي جملن ۾ استعمال ڪري سگھي.
- مختلف ادبي ۽ سماجي شخصيتن، ماڳن، مڪانن ۽ واقعن بابت اعتماد، رواني ۽ دليلن سان پنھنجي خيالن جو اظهار ڪري سگھي.

# قائدِ عوام ذوالفقار علي ڀٽو

سنڌ ۾ ڪيترائي ڏاها ۽ عظيم انسان ٿي گذريا آهن. ذوالفقار علي ڀٽو بہ انهن مان هڪ ڏاهو اِنسان هو. هُو قانون جو ماهر ۽ قابل سياستدان هو.

ذوالفقار علي ڀُٽي، لاڙڪاڻي ضلعي ۾، تعلقي رتيديري جي ڳوٺ ڳڙهي خدابخش ۾ سر شاهنواز ڀُٽي جي گهر ۾ ۵ جنوري ۱۹۲۸ع تي جنم ورتو.

ذوالفقار علي ڀٽو، ننڍپڻ کان ئي ذهين ۽ محنتي هو. هن اِبتدائي تعليم، ممبئيءَ جي ’ڪئٿيڊرل اسڪول‘ مان حاصل ڪئي. اڳتي هلي آمريڪا جي رياست ڪئليفورنيا جي شهر بَرڪلي ۾ پڙهيو.

هو اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ آڪسفورڊ يونيورسٽي انگلينڊ ۾ پڙهڻ ويو، جتان قانون جي وڏي ڊگري حاصل ڪري وطن واپس وريو ۽ اچي ملڪ جي خدمت ڪيائين. ڀٽو صاحب حڪومت جي ڪيترن ئي وڏن عهدن تي رهيو. ۱۹۶۳ع ۾ پرڏيهي وزير جي حيثيت ۾، پاڙيسري ملڪن سان، دوستيءَ وارا لاڳاپا مضبوط ڪيائين.

ذوالفقار علي ڀٽو پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جو باني هو. هُو ۱۹۷۱ع جي چونڊن ۾ شاندار ڪاميابي حاصل ڪري ملڪ جو چوٿون صدر بڻيو. ڪيس ملڪ جي ترقيءَ جو سدائين اونو رهندو هو.

ذوالفقار علي ڀٽو جڏهن پاڪستان جو وزيراعظم بڻيو تہ هن ملڪ کي سگهارو بڻايو ۽ ملڪ جي سمورن شعبن ۾ سڌارا آندا، جنهن ڪري تعليم، صحت ۽ صنعت جي ميدان ۾ ملڪ وڏي ترقي ڪئي.

هن اسلامي ملڪن ۽ پاڙيسري مُلڪن سان ناتا بهتر بنايا. هن ١٩٧٢ع ۾ قومي اسيمبليءَ ۾، سنڌي ٻوليءَ جي قدامت ۽ شاهوڪاريءَ بابت تاريخي تقرير ڪئي ۽ ملڪ کي ١٩٧٣ع جو نئون جمهوري آئين ڏنو. هن عوام ۾ سماجي شعور پيدا ڪيو. ڪيس عوام 'قائد عوام' جو لقب ڏنو.

ذوالفقار علي ڀٽو، انتهائي ذهين ۽ مضبوط ڪردار جو مالڪ هو. سن ١٩٧٧ع ۾، سندس حڪومت جو تختو اونڌو ڪري، مٿس الزام مڙهي، ڪيس ۴ اپريل ١٩٧٩ع تي ڦاسيءَ تي چاڙهي شهيد ڪيو ويو.

قائدِ عوام ذوالفقار علي ڀُٽي کي اڄ بہ پاڪستان جو عوام روشن خيال ۽ غريبن جو همدرد ڪري سمجهي، ياد ڪري ٿو.

## مشق

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- ذوالفقار علي ڀٽو ڪٿي پيدا ٿيو؟
٢- ذوالفقار علي ڀُٽي ابتدائي تعليم ڪٿان حاصل ڪئي؟
٣- ذوالفقار علي ڀُٽو ڪهڙي سن ۾ ملڪ جو صدر ٿيو؟
۴- سندس شهادت ڪهڙي تاريخ تي ٿي؟
۵- ذوالفقار علي ڀُٽي کي 'قائد عوام' جو ڇو سڏيو وڃي؟

### (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

قابل مضبوط قائدِ عوام روشن خيال اُونو

### (ج) شهيد ذوالفقار علي ڀُٽي جي ملڪي خدمتن بابت ڪجهه بيان ڪريو.

## (د) محترم بينظير ڀٽو جي شخصيت بابت ٽن کان ڇئن منٽن جي تقرير ڪريو.

## (هه) هيٺ ڏنل خال ڀريو:

١- شهيد ذوالفقار علي ڀُٽو هڪ ...................... انسان هو.

٢- هو اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ........................... يونيورسٽي ۾ پڙهڻ ويو.

٣- ذوالفقار علي ڀُٽو انتهائي ذهين ۽ ...................... ڪردار جو مالڪ هو.

٤- ذوالفقار علي ڀُٽي کي ٤ اپريل ............. ع ۾ شهيد ڪيو ويو.

### ياد رکو ته:

- شهيد ذوالفقار علي ڀُٽي جي آخري آرامگاهه سنڌ اباڻي ڳوٺ 'ڳڙهي خدا بخش' ۾ آهي.

## سبق ٽيويھون

### سکيا جي حاصلات

- رواني ۽ سان پڙهڻ دوران بيهڪ جي نشانين جو خيال رکي سگهي.
- مفرد ۽ مرکب جُملا زمانن مطابق بدلائي سگهي.
- لفظن جون اڳياڙيون ۽ پڇاڙيون ملائي نوان لفظ ٺاهي سگهي.
- نظم/ بيت کي انفرادي ۽ اجتماعي طور تي پڙهي، پنهنجي راءِ جو اظهار ڪري سگهي.

# ڏيئو (نظم)

ڪَکائن گهرن کي تون روشن ڪرين ٿو،
غريبن جِي جُهونپڙن کي گلشن ڪرين ٿو،
لٽي سِج عيان پنهنجو جوڀن ڪرين ٿو،
سَحر تائين هر جا نشيمن ڪرين ٿو،
مزورن ۽ ڪُڙمين سان همڪارُ آهين،
فقيرن جي مجلس جو سينگارُ آهين.

سڄي تُون ٻين کي ڏئين ٿو سُهائي،
رکيل تو ۾ ڪيڏي نه آهي چڱائي،
پري کان منجهيل جِي ڪرين رهنمائِي،
ڏِيئا تو ۾ آهي سراسر سَچائِي،
سچو دوست، دشمنَ تي دلسوز آهين،
سچائيءَ سان سڀ جو شب افروز آهين.

هوا ساڻ سر لات جو تو جُهڪائين،
تو نوِڙت ڪندي پنهنجي جيوت بچائين،
حياتيءَ جو مقصد سچو تو ٻُڌائين،
ٻين لاءِ پنهنجو تو تن من جلائين،
جَلِي جي ٻين کي سُهائو ڏين ٿا،
لکين گهور تن تان، پتنگا تين ٿا.

ليکراج ڪشنچند عزيز

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

١- هن بيت جو ڪهڙو بند اوهان کي پسند آهي ۽ ڇو؟
٢- ’جلي جي ٻين کي سُهائو ڏين ٿا،‘ ان جو مطلب ڇا آهي؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو:**

گلشن عيان همڪار نشيمن جوين جيوت

**(ج) هيءُ بيت زباني ياد ڪريو ۽ گڏجي سُر سان ٻڌايو.**

**(د) هيٺين لفظن جا هم آواز لفظ ٻڌايو:** جيئن: سينگار - همڪار

گلشن __________ سُهائي __________ دلسوز __________

جُهڪائين __________ ٻُڌائين __________

**(هه) نوان لفظ ٺاهيو:**

مثال- اڳياڙي: ’اڻ‘ + چاڻ = اڻ چاڻ

اوهين ڏنل مثالن کي آڏو رکي اڳياڙيون ۽ پڇاڙيون ملائي، هيٺ ڏنل خانن ۾ کي ٻيا نوان لفظ ناهي لکو.

١- اڻ + ______ = __________
٢- اڻ + ______ = __________
٣- اڻ + ______ = __________

## (و) هيٺ ڏنل نظم جي بند ۾ بيهڪ جون نشانيون لڳائي پڙهو:

هـوا سـاڻ سـرلات جـو تـو جُهڪـائين
ٽونوِڙت ڪندي پنهنجي جيوت بچائين
حياتيءَ جـو مقصـد سـچو تـو ٻـڌائين
ٻـين لاءِ پنهنجـو تـو تـن مـن جلائـين
جَلِـي جـي ٻـين کـي سُـهائو ڏيـن ٿـا
لڪـين گهـورتن تـان پتنگا تـين ٿـا

## (ز) هيٺ ڏنل مفرد ۽ مرڪب جملا زمانن موجب بدلايو:

### مفرد جملا

مثال: زمان‌حال : پکي اُڏامي ٿو.
زمان ماضي : پکي اڏاميو.
زمان مستقبل: پکي اڏامندو.

| زمان‌حال | زمان ماضي | زمان مستقبل |
|---|---|---|
| 1- شاگرد پڙهي ٿو. | | |
| 2- اسلم اچي ٿو. | | |
| 3- هُو وڃي ٿو. | | |

### مرڪب جملا

مثال: زمان حال : هِي اُهو ڪتاب آهي، جيڪو آءٌ بازار مان خريد ڪريان ٿو.
زمان ماضي: هِي اُهو ڪتاب آهي. جيڪومُون بازار مان خريد ڪيو.
زمان مستقبل: هِي اهو ڪتاب آهي، جيڪو آءٌ بازار مان خريد ڪندس.

| مرڪب جملو | زمان ماضي | زمان مستقبل |
|---|---|---|
| 1- هِي اهو ڪتاب آهي، جيڪو آءٌ دوست کان ونان ٿو. | | |

### سکيا جي حاصلات

- متن بابت سوالن جا جواب لکي سگهي.
- جملي ۾ فاعل، مفعول ۽ فعل جي ڄاڻ حاصل ڪري سگهي.
- مرڪب لفظن جي معنيٰ ۽ مفهوم ٻڌائي سگهي.

# خَلق جي خدمت

هڪ شخص رات جو پنهنجو آرام ڦٽائي، ماڻهن جو حال احوال ڄاڻڻ لاءِ مديني جي گهٽين ۾ گهمي رهيو هو ته اوچتو هڪ گهر مان ٻارن جي روئڻ جو آواز آيو. اهو شخص اُن گهر جي آڏو ڪن ڏيئي بيهي رهيو. اندران هڪ عورت جو آواز سندس ڪن تي پيو، جيڪا چئي رهي هئي ته ٻچا! ”ديڳڙي چڙهي پئي آهي، ڪاڏو پچي ته توهان کي کارايان ٿي.“ اهو ٻڌندي ئي اُن شخص در کڙڪايو ۽ عورت کان ٻارن جي روئڻ جو سبب پڇيو. عورت روئندي روئندي جواب ڏنو ته ”منهنجو مڙس جنگ ۾ شهيد ٿي ويو آهي. اسان جي سنڀال لاءِ ڪو به ناهي ۽ وقت جو خليفو به اسان جي سار نٿو لهي . گهر ۾ ڪاڏي لاءِ ڪجهه ڪونهي، ٻارن کي دلاسي ڏيڻ لاءِ نلهي ديڳڙي چاڙهيو ويني آهيان. ٻار روئي روئي سمهي پوندا“. اهو ٻُڌي اهو شخص يڪدم موٽي اچي بيت المال مان ڪاڏي جو ڳچ سامان کڻي، مائيءَ جي گهر ڏانهن وڃڻ لڳو ته بيت المال جي ملازم چيس ته ”سائين آءٌ اهو بار توهان کي کڻائي ٿو هلان.“ ان شخص کيس جواب ڏنو ته ”ڇا قيامت ۾ به منهنجو بار تون کڻندين؟“ اهو چئي پاڻ سامان کڻي، سڌو عورت جي گهر پهتو ۽ پنهنجي روبرو ڪاڏو تيار ڪرائي ٻارن کي کارايائين. عورت ان شخص کي دعا ڏيندي چيو ته ”ڪاش! خليفو تون هجين ها!“ اهو ٻُڌي ان شخص چيس ته: ”ڀيڻ، مونکي معاف ڪر، خليفو آءٌ ئي آهيان!“

ٻارو! اوهان کي خبر آهي ته اهو مددگار خليفو ڪير هو؟ اهو خليفو حضرت عمر رضي الله عنه هو. جنهن غريبن ۽ مسڪينن جي هر ڏکئي وقت ۾ مدد ڪئي.

اسان کي جُڳائي ته اسين به سدائين خلق جي خدمت جو اونو رکون.

## مشق

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- حضرت عمر رضي الله عنه مديني جي گهٽين ۾ ڇو گهمي رهيو هو؟
٢- حضرت عمر رضي الله عنه گهر جو دروازو ڇو کڙڪايو؟
٣- عورت، حضرت عمر رضي الله عنه کي ٻارن جي روئڻ جو ڪهڙو سبب ٻڌايو؟
٤- عورت جو جواب ٻڌي حضرت عمر رضي الله عنه ڇا ڪيو؟

### (ب) هيٺ ڏنل لفظ معنيٰ سميت پڙهو:

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| دلاسو | آسرو-دلجاءِ | خليفو | وليعهد-نائب-عيوضي |
| بيت المال | اسلامي حڪومت جو قومي خزانو | وظيفو | محنتاڻو-پگهار |
| | | آرام | سُک-چين |

### (ج) اوهان کو اهڙو واقعو ڏٺو يا ٻڌو هجي ته لکي ڏيکاريو.

### (د)

* يوسف ڪتاب پڙهيو.
* مومل ماني کاڌي.

* مٿين جملن ۾ يوسف ۽ مومل کي ڪتاب پڙهڻ ۽ ماني کائڻ جو ڪم ڪندي ڏيکاريو ويو آهي. جملي ۾ ڪم ڪندڙ کي ’فاعل‘ چئبو آهي.

* ڪتاب ۽ مانيءَ تي ڪم جو اثر پيو، ان ڪري جن لفظن تي ڪم جو اثر پوي تن کي ’مفعول‘ چئبو آهي.

### (هـ) ٻارو! ’ٿهل تڪور‘، ’اچ وڃ‘ ۽ ’راند روند‘ ٻٽا لفظ آهن اوهان ٻيا ڪي اهڙا ٻٽا لفظ ٻڌايو.

## سبق پنجويهون

### سکيا جي حاصلات

- عبارت پڙهي سوالن جا جواب ڏئي سگهي.
- ڪنهن تقريب يا نمائش ڪي ڏسي، ان جي ڪنهن خاص سرگرميءَ تي، پنهنجي ردعمل جو اظهار ڪري سگهي.
- واحد ڪي جمع ۽ جمع ڪي واحد ۾ بدلائي جملن ۾ استعمال ڪري سگهي.

# قلندر شهبازؒ جو ميلو

قلندر شهباز جو اصل نالو سيد عثمان ولد سيد ابراهيم ڪبيرؒ هو. هي بزرگ ٥٣٨ هجريءَ ۾آذربائيجان جي 'مروند' نالي ڳوٺ ۾ڄائو. قلندر شهباز ، قرآن شريف جو حافظ ۽ عالم هو. فقيريءَ ۽ درويشيءَ جي ڪري پنهنجي وقت جي وڏن بزرگن ۾ شمار ٿيندو هو ۽ لعل شهباز قلندر سندس لقب آهي.

هيءُ بزرگ، الله جو نيڪ ٻانهو هو. پاڻ عام ماڻهن کي هدايت ڪرڻ سان گڏ سير سفر ڪندو بغداد پهتو. اتان ملتان آيو، جتان سنڌ ۾ اچي سيوهڻ شهر ۾ رهيو.

هن بزرگ جي درگاهه سيوهڻ شريف ۾ آهي، جتي روزانو ڪيترائي ماڻهو زيارت لاءِ ايندا آهن. هتي هر سال شعبان مهيني جي ارڙهين تاريخ وڏو ميلو لڳندو آهي. هن ميلي ۾ هزارين ماڻهو پري پري کان پنڌ ڪري اچي پهچندا آهن.

ميلي جو سڄو ميدان دڪانن سان ڀرجي ويندو آهي. دڪانن کي اهڙو تہ سينگاريو ويندو آهي، جو ڏسي حيراني وٺي ويندي آهي. ميلي دوران هتي واپار بہ جام هلندو آهي. هن ميلي جون هينيون خاص ڳالهيون ڏسڻ وٽان آهن:

ميلي جي پهرين ڏينهن ١٨ شعبان تي، صبح جو مينديءَ ڪيندا آهن. اُن جي اڳيان ماڻهو ڳائيندا وڄائيندا هلندا آهن. اهڙيءَ طرح سان اهو ميڙ منجهند ڌاري درگاهہ تي پهچي ويندو آهي. پوءِ اُها مينديءَ لعل شهبازؒ جي روضي ۾ اندر رکي ايندا آهن ۽ ٻئي ڏينهن وجي اُتان کڻندا آهن. انهيءَ نموني، ٻئي ۽ ٽئين ڏينهن جدا جدا فقيرن جي آستانن تان مينديءَ کڍي، ساڳيءَ ريت سرگس ڪري، ٻنپهرن جو وجي درگاهہ تي رکندا آهن. مطلب تہ ٽيئي ڏينهن اها رسم جاري رهندي آهي.

**ڌمال:** قلندرشهبازؒ جي درگاهہ تي هر روز شام جو سانجهيءَ نماز بعد ڌمال لڳندي آهي. ڌمال تي لعل جا فقيرءِ ماڻهو مست ٿي نچندا آهن. ميلي وارن ڏينهن ۾ وري ڌمال صبح جو وڄائيندا آهن. نغاري جو آواز ٻڌڻ سان فقيرن جا ٽولن جا ٽولا نچڻ لاءِ اتي پهچي ويندا آهن ۽ واري واري سان نچندا هلندا ويندا آهن.

**راڳ رهاڻ ۽ ادبي محفل:** ميلي جي ڏينهن ۾، سنڌ حڪومت تمام وڏي پيماني تي، ادبي محفل ڪرائيندي آهي. اُن ۾ سڄي ملڪ جا مشهور اديب، شاعر ۽ عالم اچي شريڪ ٿيندا آهن ۽ قلندر شهبازؒ جي شاعريءَ ۽ پيغام تي روشني وجهندا آهن. هن محفل ۾ سڄي ملڪ جا مشهورفنڪار پنهنجي فن جو مظاهرو ڪري، داد حاصل ڪندا آهن.

**ملاکڙو:** ميلي جا ٽيئي ڏينهن ، شام جو وڏو ملاکڙو لڳندو آهي. جنهن ۾ سنڌ جا نامور مَلهہ، پنهنجي مَلهہ جو فن ڏيکاريندا آهن. جيڪو پهلوان ٻئي کي مَلهہ دسيندو آهي، اُن تي نوٽن جو مينهن وَسندو آهي.

هن درگاهہ تي فقيرن جي رهڻ لاءِ جيڪي مڪان ٺهيل آهن، تن کي ’ڪافي‘ سڏيندا آهن.

# مشق

## (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- قلندر شهبازؒ جو اصل نالو ڇا هو ۽ ڪٿي ڄائو هو؟
٢- قلندر لعل شهبازؒ جي درگاهه ڪٿي آهي؟
٣- قلندر شهبازؒ جو ساليانو ميلو ڪڏهن لڳندو آهي؟
۴- قلندر شهبازؒ جي ميلي جون ڪهڙيون خاص ڳالهيون ڏسڻ وٽان آهن؟
۵- قلندر شهبازؒ جي ميلي جي مينديءَ جي رسم بابت اوهان کي ڪهڙي خبر آهي؟

## (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو:

شمار جام آستان رِيت رهاڻ داد رسم

## (ج) هيٺ ڏنل لفظن جا واحد ۽ جمع ٺاهيو ۽ جملن ۾ استعمال ڪريو:

| واحد | جمع | جمع | واحد |
|---|---|---|---|
| ٻانهو | | ڳائڻا | |
| درگاهه | | رسمون | |
| زيارت | | ڳالهيون | |

## (د) ڪنهن به هڪ ڏنل ميلي جو احوال لکي ڏيکاريو.

## (هہ) درست لفظ چونڊي خال پريو:

* قلندر لعل شهبازؒ .......................... هجري ۾ مروند نالي ڳوٺ ۾ ڄائو هو.

| (۴۳۸) | (۵۳۸) | (٦۳۸) | (۷۳۸) |
|---|---|---|---|

* قلندر لعل شهبازؒ جو ميلو هر سال شعبان مهيني جي .......................... تاريخ تي شروع ٿيندو آهي.

| پندرهين | ارڙهين | ايڪيهين | ٽيويهين |
|---|---|---|---|

* قلندر لعل شهبازؒ جو اصل نالو .......................... هو.

| سيد عثمان | سيد ابراهيم | سيد عبداللطيف | سيد عبدالڪريم |
|---|---|---|---|

* قلندر لعل شهبازؒ ملتان مان ٿيندو سنڌ ۾ اچي .......................... شهر ۾ رهيو.

| ٺٽو | دارازا | سيوهڻ | ڪراچي |
|---|---|---|---|

* قلندر لعل شهبازؒ جي درگاهه جي فقيرن جي رهائش واري جاءِ کي ..................... سڏبو آهي.

| آستانو | ڪافي | اوتارو | مڪان |
|---|---|---|---|

## سکيا جي حاصلات

- هڪ منٽ ۾ گهٽ ۾ گهٽ 70 لفظ درست ادائگي ۽ اُچارن سان پڙهي سگهي.
- روزمره جي ڪنهن بہ موضوع تي پنهنجن لفظن ۾ ڏهن کان پندرنهن سادن ۽ مرڪب جملن تي مشتمل مضمون لکي سگهي.
- ڪنهن بہ ڏنل موضوع تي گهٽ ۾ گهٽ ٽن کان چئن منٽن تائين تاثرات سان خيالن جو اظهار ڪري سگهي.
- پنهنجي اسڪول ۽ پاڙي جي لائبريريءَ مان پنهنجي دلچسپيءَ جا رسالا ۽ ڪتاب وٺي، انهن جو مطالعو ڪري سگهي.

# سنڌي ٻوليءَ جي اهميت

دنيا جي هر قوم جا ماڻهو پنهنجي ٻولي ڳالهائيندا آهن. اسين سنڌي ٻولي ڳالهائيندا آهيون.

سنڌي ٻولي، سنڌ جي قديم ۽ شاهوڪار ٻولي آهي. قديم ڪتابن ۽ تاريخدانن موجب، سنڌي ٻوليءَ جون پاڙون موهن جي دڙي جي تهذيب ۾ کُتل آهن. هيءَ ٻولي پنج هزار سالن کان بہ پراڻي آهي. سنڌي ٻولي سنڌ ۾ اسلام جي آمد کان اڳ پڻ رائج هئي. انگريزن جي دور ۾ تہ سنڌي ٻوليءَ کي تعليم جي ٻوليءَ سان گڏ دفتري ۽ سرڪاري ٻوليءَ جو درجو ڏنو ويو. اڄ بہ سنڌي ٻولي نہ رڳو سنڌ صوبي ۾ ڳالهائي، لکي ۽ پڙهي وڃي ٿي، پر دنيا جي ٻين ڪيترن ملڪن ۾ بہ ڳالهائي وڃي ٿي. پاڪستان جي ٻين صوبن بلوچستان ۽ پنجاب کان سواءِ پاڙيسري ملڪ ڀارت جي ڪڇ، گجرات ۽ راجستان وارن علائقن ۽ شهرن ۾ ڳالهائي ۽ سمجهي وڃي ٿي. عربن جي دور ۾ قرآن پاڪ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيو هو. جنهن جو ذڪر بزرگ بن شهريار نالي سياح پنهنجي ڪتاب ۾ ڪيو آهي.

سنڌي ٻولي عام ماڻهن جي روزمره جي ڪاروهنوار ۽ وڻج واپارجي زبان آهي. اسان مارڪيٽ ۾ واپار ۽ سودي جي ڏي وٺ بہ سنڌيءَ ۾ ڪندا آهيون. سنڌي ٻوليءَ ۾، تارن جي علم، حسابن، طب، وڻج واپار ۾ ڪتب ايندڙ

شين، مختلف قسم جي ڪپڙن ۽ دوائن وغيره لاءِ لفظن جو وڏو ذخيرو موجود آهي. سترهين صدي عيسويءَ ۾ سنڌ جي مڪتبن ۽ مدرسن ۾ سنڌي پڙهائي ۽ لکي ويندي هئي. ٺٽي جي عالم مخدوم ابوالحسن سنڌيءَ، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ ۽ ٻين عالمن سنڌيءَ ۾ ديني تعليم بابت ڪتاب لکيا.

انگريزن به ملڪي ڪاروهنوار هلائڻ لاءِ سنڌي ٻوليءَ جو سهارو ورتو. هنن ١٨٥٣ع ۾، سنڌي صورتخطي کي نئين سر ترتيب ڏياري، سنڌ ۾ رائج ڪيو. سنڌيءَ جي هيءَ صورتخطي اها ئي هئي، جيڪا عربن جي دور کان وٺي سنڌ ۾ هلندڙ هئي، پر ان جي نئين سِر ترتيب ۽ تشڪيل ڪئي وئي. اسڪولن ۾ سنڌيءَ جي پڙهائي شروع ٿي. عدالتن ۽ سرڪاري آفيسن ۾ لکپڙهه سنڌيءَ ۾ ڪئي وئي.

انگريزن ۽ ٻين ڪامورن، سنڌي زبان، سنڌي ادب، سنڌ جي تاريخ ۽ ٻين موضوعن تي انگريزيءَ سان گڏ سنڌيءَ ۾ ڪيترائي ڪتاب لکيا، لغتون ۽ گرامر جوڙيا.

سنڌي زبان ۾ شاهڪار ڪتاب حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شاعري جو ڪتاب، 'شاهه جو رسالو' موجود آهي. سنڌ صوبي اندر سنڌي ٻولي اڄ به اسڪولن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ پڙهائي وڃي ٿي. ٻار پنهنجي مادري زبان ۾ آسانيءَ سان سڀ ڪجهه سکي سگهن ٿا.

اسان پنهنجي مٽن مائٽن ۽ دوستن سان هاڻي ته موبائيل ۽ ڪمپيوٽر رستي انٽرنيٽ تي به سنڌيءَ ۾ رابطو ڪري سگهون ٿا. سنڌيءَ جو سافٽ ويئر به نهي چڪو آهي.

عام ڪتاب، اخبارون، رسالا ۽ درسي ڪتاب ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿي شايع ٿين ٿا. اسين ٻين ملڪن ۾ رهندڙ سنڌين سان ڪنهن به معاملي تي سنڌيءَ ۾ آسانيءَ سان (اِي- ميل) رستي رابطو ڪري سگهون ٿا ۽ انٽرنيٽ تي خيالن جي ڏي وٺ به آسان ٿي وئي آهي.

## مشق

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

١- سنڌي ٻولي ڪيتري قديم آهي؟
٢- قرآن پاڪ جو پهريون ترجمو سنڌيءَ ۾ ڪڏهن ٿيو؟
٣- انگريزن ڪهڙي سال ۾ سنڌيءَ جي صورتخطيءَ کي نئين سر تيار ڪرايو؟
٤- سنڌي ٻوليءَ ۾ رابطي جا جديد ذريعا ڪهڙا آهن؟
٥- اسان مارڪيٽ ۾ سودي ۽ واپار لاءِ ڪهڙي ٻولي ڪتب آڻيندا آهيون؟

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

رائج   روزمره   صدي   صورتخطي   مقبول

**(ج) سنڌي ٻوليءَ جي اهميت بابت نوٽ لکو.**

**(د) اوهان پنهنجي پاڙي جي لائبريريءَ ۾ وڃو. اُتان ڪو ٻه پنهنجي پسند جو رسالو ڪڍو ۽ ان کي پڙهو.**

**(هه) ’اسان جي ٻولي‘ جي موضوع تي ٽن ڪان ڇئن منٽن جي تقرير ڪري پنهنجا تاثرات پيش ڪريو.**

**(و) هيٺ ڏنل عبارت روانيءَ سان پڙهو:**

سنڌي ٻوليءَ ۾ ٻارن لاءِ ڪيترائي رسالا ڇپجن ٿا. ڪجهه سنڌي اخبارن ۾ پڻ ٻارن جي لکڻين جا صفحا آهن. رسالن ۾ ٻارن جي دلچسپيءَ وارو مواد هوندو آهي. ٻارَ به انهن رسالن ۾ پنهنجون لکڻيون موڪليندا آهن، جيڪي رسالن ۾ ڇپجنديون آهن. ٻارَ رسالي جي ايڊيٽر ڏانهن خط لکي، ڪيس تجويزون ڏيندا آهن. رسالا ۽ ڪتاب پڙهڻ سان ٻارن جي ڄاڻ ۾ واڌارو ٿئي ٿو ۽ مطالعي جي عادت پيدا ٿئي ٿي.

## (ز) هيٺ ڏنل خال ڀريو:

١- سنڌي ٻوليءَ جون پاڙون ................ جي تهذيب ۾ کُتل آهن.

٢- شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي شاعريءَ جي ڪتاب کي ...................... چون ٿا.

٣- عام ڪتاب، رسالا، اخبارون ۽ درسي ڪتاب ڪمپيوٽر تي .................. تي شايع ٿين ٿا.

## ياد رکو ته:

- صديءَ ۾ سؤ سال ٿيندا آهن.
- اِي - ميل ذريعي اسان خط ۽ ٻِي لکپڙهه سيڪنڊن ۾ ڪٿي به موڪلي سگهون ٿا.
- سنڌي ٻوليءَ ۾ قرآن پاڪ جو منظوم ترجمو، دنيا ۾ سڀ کان اڳ مولوي حاجي احمد ملاح ڪيو هو.

## استاد لاءِ هدايت:

- اُستاد، ٻارن کي مشق 'ھ' ۾ ڏنل عبارت پڙهڻ لاءِ چئي ۽ ڏسي ته ٻارن هڪ منٽ ۾ ڪيترا لفظ دُرست پڙهيا آهن.

## سبق ستاويھون

# ڪرڪيٽ

### سکيا جي حاصلات

- متن بابت سوالن جا جواب لکي سگھي.
- ڪنھن تقريب يا نمائش کي ڏسي، ان جي ڪنھن خاص سرگرميءَ تي، پنھنجي ردعمل جو اظھار ڪري سگھي.
- عملي زندگيءَ ۾ مثبت سماجي روين (سھپ، رواداري، برابري ۽ ٻين جي راءِ جو احترام، امن ۽ هم آهنگي وغيره) جو اظھار ڪري سگھي.
- ڪنھن بہ موضوع تي تعريفي ۽ تنقيدي گفتگو ڪري سگھي.

ڪرڪيٽ راند دنيا جي اڪثر ملڪن ۾ ڪيڏي ويندي آهي. هن راند جي شروعات انگلئنڊ ۾ ٿي. هيءَ راند کليل ميدان يا خاص ٺاهيل چٻر واري ميدان تي ڪيڏي ويندي آهي. ڪرڪيٽ ۾ يارهن يارهن رانديگرن جون بہ ٽيمون ٺهنديون آهن. هر هڪ ٽيم مان هڪڙو ڇڙو ٽيم جو اڳواڻ يعني ڪپتان هوندو آهي. راند شروع ڪرڻ کان اڳ، ڪپتان فيصلو ڪندا آهن تہ ڪھڙي ٽيم بئٽنگ ڪري، يعني وارو وٺي ۽ ڪھڙي ٽيم فيلڊنگ ڪري يعني وارو ڏئي. اهو فيصلو ’ٽاس‘ ذريعي، يعني اکر پوري واري طريقي سان ڪيو ويندو آهي.

ڪرڪيٽ جو ميدان ڪافي ڪشادو ٿيندو آهي. اُن جي وچ ۾ آمھون سامھون ٻن طرفن کان مقرر مفاصلي تي، ٽي - ٽي وڪيٽون کوڙيون وينديون آهن. اڳ وٺندڙ ٽوليءَ جا بہ رانديگر، آمھون سامھون وڪيٽن وٽ بئٽون کڻي بيھندا آهن. هوڏانهن وري اڳ ڏيندڙ ٽوليءَ جو بالر، هڪ طرف کان، بئٽنگ ڪندڙ رانديگر ڏانھن بال اُڇلائيندو آهي ۽ اُن کي آئوٽ ڪرڻ، يعني ڪاپائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي.

هن راند ۾ آئوٽ ٿيڻ جا هينيان طريقا آهن:
1. بولڊ آئوٽ
2. ڪئچ آئوٽ
3. رن آئوٽ
4. ايل بي ڊبليو (ليگ بفور وڪيٽ)
5. اسٽمپ آئوٽ

بئٽنگ ڪرڻ واري جي اها ڪوشش هوندي آهي، ته هو گهٽي ڪان گهٽيون رنسون ڪري سگهي. بال کي ڌڪ لڳڻ کان پوءِ جڏهن وڪيٽن وٽ بيٺل آڳ وننڌڙ ٽوليءَ جا رانديگر آمهون سامهون ڊوڙي هڪٻئي جي جاءِ مٽائيندا آهن، ته اهڙين ڊوڙن کي 'رنس' چئبو آهي. جڏهن بئٽنگ ڪندڙ رانديگر بال کي اهڙو زور سان ڌڪ هڻندو آهي، جو بال ميدان ۾ مقرر ڪيل حد کان ٻاهر پهچندو آهي، ته اهڙي حالت ۾ ايمپائر هڪ قسم جو خاص اشارو ڏيندو آهي. جنهن جو مطلب هوندو آهي ته ڇهه رنسون ٿيون.

جڏهن آڳ وننڌڙ ٽوليءَ جا ڏهه رانديگر آئوٽ ٿي ويندا آهن، تڏهن سڄي ٽولي آئوٽ سمجهي ويندي آهي. اُن کان پوءِ آڳ ڏيندڙ ٽولي، وارو وٺندي آهي.

ويهن اوورن واري ڪرڪيٽ مئچ کي 'ٽِي-20' ۽ پنجاهه اوورن واري مئچ کي 'وَن ڊي' چئبو آهي. جڏهن ته پنجن ڏينهن واري ڪرڪيٽ مئچ کي 'ٽيسٽ مئچ' سڏبو آهي.

هر چوٿين سال ڪرڪيٽ جي 'عالمي ڪپ' جو مقابلو ٿيندو آهي. پاڪستان هڪ ڏينهن جي ڪرڪيٽ راند جو عالمي ڪپ ١٩٩٢ع ۾ کٽيو ۽ ٽِي-20 وارو عالمي ڪپ ٢٠٠٩ع ۾ کٽيو.

پاڪستان ڪرڪيٽ ۾ عورتن جي قومي ڪرڪيٽ ٽيم پڻ آهي. جيڪا عالمي ڪرڪيٽ جي مقابلن ۾ پڻ حصو وٺندي رهي ٿي.

هيءَ راند، رانديگرن ۾ ٻڌي، ٻائپي، اڳواٽيءَ جي لياقت ۽ قاعدن جي پابنديءَ جا گُڻ پيدا ڪري ٿي. راندين جي ڪري بدن چست، سَگهارو ۽ صحتمند ٿئي ٿو. ڪِرڪيٽ راند قومن کي هڪٻئي جي ويجهو آڻي ٿي. انڪري رانديگرن کي پنهنجي ملڪ جو سفير به سڏيو ويندو آهي.

# مشق

## (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- ڪرڪيٽ راند ۾ ڪيترين ٽيمون حصو وٺنديون آهن؟
٢- ڪرڪيٽ جي هر هڪ ٽيم ۾ ڪيترا رانديگر ٿيندا آهن؟
٣- ڪرڪيٽ راند ڪهڙي هنڌ کيڏي ويندي آهي؟
٤- ڪرڪيٽ راند ۾ ٽاس ڇو ڪئي ويندي آهي؟
٥- ڪرڪيٽ راند مان ڪهڙا فائدا آهن؟
٦- پاڪستان ڪرڪيٽ ۾ 'ون ڊي' ۽ 'ٽِي-20' جا عالمي ڪَپ ڪڏهن کٽيا؟

## (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي سمجهاڻي ٻڌايو:

(1) ٽاس (2) اسٽمپ آئوٽ (3) اوورَ (4) رنس (5) ايل بِي ڊبليو

## (ج) اوهان کي ڪهڙي راند پسند آهي ۽ ڇو؟

### سرگرمي:

ڪٽڻ يا هارائڻ راند جو حصو هوندو آهي. جيڪڏهن اوهان جي ٽيم راند هارائي ٿي ته توهان ڇا محسوس ڪندا؟ بيان ڪريو.

### استاد لاءِ هدايت:

- اُستاد ٻارن جون ٻه ٽيمون ٺاهي ميدان ۾ ڪرڪيٽ راند ڪرائي.
- اُستاد ٻارن کي راند کٽڻ ۽ هارائڻ واري سرگرميءَ بابت وڌيڪ سمجهائي.

## سبق اٺاويهون

# نور ۽ نانگ جي آکاڻي

### (تصويري ڪهاڻي)

## سکيا جي حاصلات

- آکاڻي ٻڌي، ان جي مرڪزي خيال بابت سوالن جا جواب ڏئي سگهي.
- آکاڻيءَ ۾ موجود ڪردارن جي خوبين ۽ خامين تي پنهنجي ردعمل جو اظهار ڪري سگهي.
- تصويرن ۽ اشارن جي مدد سان آکاڻي مڪمل ڪري لکي سگهي.
- آکاڻي پڙهي ان جي بنيادي خيال کي سمجهي سگهي.
- مختلف قسم جا جملا (بياني، سوالي، امري ۽ ندائي) جوڙي سگهي.

## مشق

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١- تصويرن ۾ ڏنل جاندارن ۽ بي جان شين جا نالا ٻُڌايو.

٢- تصويرون ڏسي آکاڻي ٻُڌايو.

٣- هن تصويري آکاڻيءَ ۾ ڪهڙا ڪهڙا ڪردار آهن؟

### (ب) هن تصويري ڪهاڻيءَ مان ڪهڙو سبق ملي ٿو؟

### (ج) ڏنل تصويري ڪهاڻيءَ مان اوهان کي ڪهڙو ڪردار پسند آهي ۽ ڇو؟

## (د) بياني ۽ سوالي جُملا جوڙي لکو:

| | بياني جملا | سوالي جملا |
|---|---|---|
| جيئن: | اڪرم سبق پڙهي ٿو. | ڇا اڪرم سبق پڙهي ٿو؟ |
| ١- | | |
| ٢- | | |
| ٣- | | |

**ياد رکو تہ:**

- ٻارو! اسان کي ڪوبہ ڪم اُبهرائپ سان نہ ڪرڻ گهرجي.

**استاد لاءِ هدايت:**

- اُستاد ٻارن کي تصويرن ۽ اشارن جي مدد سان ڪا بِيِ آڪاٽي لکڻ ۾ مدد ڪري.

## سبق اوڻٽيهون

### سکيا جي حاصلات

- ٻوليءَ ۾ استعمال ٿيندڙ محاورن کي ڳالهه ٻولهه ۾ استعمال ڪري سگهي.
- عبارت پڙهي پنجن مان چئن تفهيمي سوالن جا جواب ڏئي سگهي.
- ماءُ، پيءُ، ڀاءُ، ڀيڻ ۽ دوست ڏانهن صحت، تعليم ۽ سير جي موضوعن تي خط لکي سگهي.
- پنهنجن خيالن ۽ جذبن کي زباني ۽ تحريري طور مثبت انداز ۾ پيش ڪري سگهي.
- جملن مان اسم، ضمير ۽ فعل چونڊي لکي سگهي.
- حرف جر، حرف جملي ۽ حرف ندا کي سمجهي درست استعمال ڪري سگهي.

# سُنو شهرِي

شهري اُن ماڻهوءَ کي سڏيو وڃي ٿو، جيڪو ڪنهن ملڪ جو دائمي رهاڪو هجي. ڪيس اُن ملڪ جي رهندڙ ماڻهن جهڙا نہ رڳو حق حاصل هجن پر مٿس ملڪ جون ڪي ذميواريون بہ هجن.

هڪ ملڪ جي شهريءَ کي جيترا حق پنهنجي ملڪ ۾ حاصل هوندا آهن، اوترا ڪيس ٻئي ڪنهن ملڪ ۾ حاصل نہ هوندا آهن.

هر ڪنهن شهريءَ جي پهرين ذميواري اها آهي تہ هو پنهنجي ملڪ سان وفادار رهي. ان جي ترقيءَ ۽ واڌاري لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهي. هو پاڻ کان وڏي کي پنهنجو بزرگ ڄاڻي ۽ هڪ جيڏي کي پنهنجو ڀاءُ سمجهي ۽ پاڻ کان ننڍي سان پيار وچان پيش اچي. ان کان سواءِ زندگيءَ سان واسطو رکندڙ هر ڪم سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ سان ادا ڪري.

هڪ سني شهريءَ جي اها پڻ ذميواري آهي تہ ملڪ جي انتظام رکڻ وارن ماڻهن جي انتظامي ڪمن ۾ مدد ڪري.

سُني شهريءَ جي اها بہ ذميداري آهي تہ پنهنجي ووٽ يا راءِ جي اهميت سمجهي.

هڪ سُني عالمي شهريءَ جون اهي بہ خاصيتون آهن تہ هُو ٻين جي ڏُک ۽ درد کي سمجهي ٿو ۽ ٻين جو مددگار ٿئي ٿو. هُو ڪو فيصلو ڪرڻ ۽ ڳالهائڻ وقت لفظن جي مناسب چونڊ ڪري ٿو.

سُنو شهري انهيءَ ڳالهہ تي يقين رکي ٿو تہ سڀُ ماڻهو برابر آهن. هُو

ڪنهن خاص فرد يا ٽولي کي ٻين کان مٿانهون نٿو سمجهي. هُو ٻين کي عزت ڏئي ٿو، جيڪڏهن ڪو ڪانئس اختلاف رکي ٿو تہ هُو ان سان جهيڙو جهٽو نہ ٿو ڪري. هُو ٻين جي مدد ڪرڻ سان گڏوگڏ هر قسم جو تعاون ڪري ٿو.

سُٺو شهري جيتوڻيڪ پنهنجي الڳ سوچ ۽ ويچار رکي ٿو پر هُو ان حوالي سان پنهنجو هڪ کُليل موقف رکي ٿو. جيڪڏهن ڪوئي سندس خيال ۽ ويچار سان متفق نہ ٿو ٿئي تہ هُو انهيءَ کي تبديل ڪرڻ ۾ ڪابہ گهٽتائي محسوس نہ ٿو ڪري.

سُٺو شهري پنهنجي ماحول جي تمام گهڻي حفاظت ڪري ٿو. هُو انهيءَ ڳالهہ تي ويساهہ رکي ٿو تہ دُنيا اندر هر حوالي سان مثبت تبديلي آڻي سگهجي ٿي.

هڪ سٺي شهريءَ جي ذميداري هوندي آهي تہ هو پنهنجي پاڙي، شهر يا ڳوٺ وارن اڻ پڙهيل شهرين کي لکڻ پڙهڻ سيکاري؛ اسڪول کولي يا لائبريري قائم ڪري تہ جيئن شهرين جو وقت اجايو نہ وڃي. اسان کي پنهنجي ملڪ جو سٺو شهري بڻجڻ لاءِ گهر، پاڙي، ڳوٺ ۽ شهر کي صاف سُٿرو رکڻ کپي. ائين ڪرڻ سان وطن ۽ قوم جي خدمت ٿيندي.

## مشق

### (الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

١. شهري ڪنهن کي چئبو آهي؟
٢. هڪ سُٺو شهري پنهنجي ذميداري ڪيئن ادا ڪري؟
٣. هڪ سٺو شهري ماڻهن ۾ تعليمي جاڳرتا ڪيئن آڻي ٿو؟
٤. عالمي شهريءَ جون ڪهڙيون ڪهڙيون خاصيتون آهن؟

## (ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ اهي جملن ۾ ڪتب آڻيو:

| دائمي | پتوڙيندڙ | انتظام | گھٽتائي |
|---|---|---|---|

## (ج) هيٺ ڏنل عبارت پڙهي سوالن جا جواب ڏيو:

هَر مُحبِ وطن فرد جي ذميداري اِها هوندي آهي ته هُو پنهنجي شهرن جي انهن علائقن ۾ تعليم جي مُهم هلائي، جتي تعليم مڪمل طور تي تباهه ٿي چُڪي هجي. ماڻهن کي سُٺي تعليم ڏيڻ لاءِ اُتان جي اسڪولن کي سڀ کان پهريان فعال ڪرائڻ جي ڪوشش ڪري. علائقي ۾ تعليمي جاڳرتا لاءِ گهر گهر وڃي هُو ڪوششون ڪندو رهي. تعليم بابت آگاهي ڏيئي، ڪين اهو ٻُڌائي ته تعليم کانسواءِ ماڻهو اڌورو آهي. تعليم کانسواءِ زندگي بي معنيٰ ۽ بي مقصد گذري ٿي. ڇو ته تعليم سان ماڻهو نه صرف پنهنجي سيني مسئلن کي بهتر نموني حل ڪري سگهي ٿو پر پنهنجا حق به حاصل ڪري سگهي ٿو. ۽ پنهنجا فرض به چڱيءَ طرح سان پورا ڪري سگهي ٿو.

١- پڙهيل لکيل فر جي ڪهڙي ذميداري آهي؟
٢- معاشري ۾ تعليمي جاڳرتا ڪيئن آڻجي؟
٣- تعليم کان سواءِ زندگي ڪيئن گذري ٿي؟
٤- تعليم جي بهتريءَ لاءِ ڇا ڪجي؟
٥- پنهنجا حقَ ڪيئن حاصل ڪري سگهجن ٿا؟

## (د) هيٺ ڏنل محاورو پڙهو:

١- آئيءَ ويل ڪم اَچڻ.

اوهين ڪي به ٽي محاورا لکو.

## (د) هيٺ حرف جر، حرف جملي ۽ حرف نِدا جا لفظ ڏنل آهن.

مثال: (۱) حرف جر: ميز تي ڪتاب رَکُ

متئين جملي ۾ 'تي' لفظ حرف جر آهي.

(۲) حرف جملو: خليل ۽ مجيد پاڻ ۾ ڀائر آهن.

متئين جملي ۾ '۽' لفظ حرف جملو آهي.

(۳) حرف ندا: واهه! تون پهريون نمبر آيو آهين.

متئين جملي ۾ 'واهه' لفظ حرف ندا آهي.

اوهين حرف جر، حرف جملو ۽ حرف نِدا جا ڪي ٻيا لفظ لکو ۽ اُهي جملن ۾ ڪم آڻيو.

# نوان لفظ

| لفظ | معني |
|---|---|
| | **سبق پهريون** |
| انت | حد، پڇاڙي، آخر |
| پڙلاءُ | آواز |
| جوتي | روشني، سوجهرو |
| ڇُهنب | پکيءَ جي وات جو نوڪدار حصو، ڇُهنج |
| ساراهه | تعريف |
| سهسين | سوين، ڪئين، بيشمار |
| سرهاڻ | خوشبوءِ |
| ڪوٽان ڪوٽ | تهن اندر ته |
| مهراڻ | سنڌونديءَ جو قديم نالو |
| ناميارا | ناليوارا، مشهور |
| واڄٽ | وڏو آواز |
| | **سبق پيو** |
| آخرڪار | آخر ۾، نيٺ، پڇاڙي |
| تبليغ | پَرچار |
| پيغام | نياپو |
| حاسد | ساڙ ڪندڙ، حسد ڪندڙ |
| رواج | عام دستور، رِيت، رَسم |
| زيارت | ديدار، ملاقات |

| لفظ | معني |
|---|---|
| شفقت | رحم،ڀلائي، وَڙ |
| صادق | سچو، سچار |
| صلاح | مشورو |
| مطابق | متعلق، ان جهڙو |
| | **سبق ٽيون** |
| آڇ | صلاح، پيشڪش |
| ڄمار | حياتي |
| بهتر | وڌيڪ چڱو،زياده سٺو |
| ساراهه | تعريف، شاباس |
| طاهره | پاڪُ، صاف |
| عقلمند | سياڻو |
| ڪردار | هلت چلت، لڇڻ، عادتون |
| معزز | عزت وارو |
| لاچار | مجبور، بيوس |
| ورهين | سالن |
| ورثي | ملڪيت، ڇڏيل دولت |
| هڪدم | ان وقت، يڪدم |
| | **سبق چوٿون** |
| آسرو | ٽيڪ، ڀروسو، دلاسو |
| اَجهو | گهرُ |

# نوان لفظ

| لفظ | معني |
|---|---|
| اوت | پاسو، سهارو ، بچاءُ |
| جيارو | جياريندڙ |
| جيءُ | حياتي، زندگي |
| جهانُ | دنيا، ڪائنات، سنسار |
| سدا | هميشه، سدائين |
| سُونهارو | خوبصورت ، سُهڻو |
| ڪنڌي | ڪنارو |
| موچارو | سهڻو، ناهوڪو، لائق |
| نُور | روشني |
| **سبق پنجون** | |
| انور | روشن، چمڪندڙ، منور |
| ارشاد | حڪم |
| بيشڪ | شڪ کانسواءِ، ضرور، برابر |
| توفيق | رهنمائي، مدد، طاقت، همت |
| شب قدر | قدر واري رات، فضيلت واري رات |
| فجر | پرهه ڦُٽي، صبح سوير |
| ڪثرت | گهڻائي |
| مخلوق | خلق |

| لفظ | معني |
|---|---|
| **سبق ڇهون** | |
| انصاف | عدل، نياءُ، فيصلو |
| حيران | وائڙو، منجهيل، گهبرايل |
| خاندان | ڪٽنب، پاتي |
| رحلت | لاڏاڻو، وفات |
| سرشتو | ستاءُ، ناهُه، طريقو، نظام |
| صالح | نيڪ، سياڳو |
| فيض | فائدو، نفعو، ڀلائي |
| مرتبو | مانُ، عزت |
| نذرانو | سوکڙي، گهورَ، پيٽا |
| ورتاءُ | سلوڪ، روَيو |
| **سبق ستون** | |
| ترقي | سڌارو، واڌارو، اوج، اضافو |
| پيشو | ڌنڌو، ڪاروبار |
| فرد | هڪڙو، واحد، اڪيلو |
| ڏاهي | سياڻي، عقلمند |
| حيثيت | سگهه، پهچ، عزت |
| شمسي توانائي | سج کان حاصل ڪيل طاقت |
| صحتمند | چڱو ڀلو، تندرست |
| قاصد | پيغام آڻيندڙ |

# نوان لفظ

| لفظ | معني |
|---|---|
| ڪوٺ | اٽيورائي، خال، اڻ هوند |
| مکيه | اهم، خاص |
| **سبق اٺون** | |
| ارمان | افسوس، ڏک، رنج |
| امڪان | شَڪ، انديشو، گمان |
| احسان | ٿورو، مهرباني ، ڀلائي |
| حُب | پريت، سِڪ، چاهه |
| خواهان | چاهيندڙ، طلبگار، گهرندڙ |
| زراعت | ٻني ٻارو، پوک |
| عجب | حيرت |
| غفلت | لاپرواهي |
| ڳڻتي | پريشاني، فِڪر |
| همدردي | ڏک درد ۾ ڪم اچڻ دَرد وندي |
| **سبق نائون** | |
| اعتماد | يقين ، ڀروسو ، اعتبار |
| ڀائپي | برادري ، مائٽي ، اچ وڃ جو رستو |
| تصوف | نفساني خواهشن کان پاڪائي |
| حاڪم | سردار ، بادشاهه ، حڪومت ڪندڙ |
| رياضت | محنت ، مشقت ، بندگي - عبادت |
| سرمست | متوالو ، مدهوش - مخمور |

| لفظ | معني |
|---|---|
| عالِم | علم وارو ، پڙهيل ، سمجهو |
| ڪلام | ڳالهه ، گفتگو |
| وقف | خدا جي راهه ۾ ڏنل ملڪيت ، بخشيل ملڪيت |
| **سبق ڏهون** | |
| آبادي | وسنديءَ واري جاءِ |
| اهميت | ضرورت، قدر، خصوصيت |
| امن | سلامتي، شانتي، پناهه |
| حفاظت | خيال، سارسنڀال، نگهباني |
| خوشحالي | آسودگي، سُک، سُڪار |
| شهادت | شاهدي، گواهي، ساک، ثابتي |
| عظمت | وڏائي، بُلندي، بُزرگي |
| علامت | نشاني ، اهڃاڻ |
| **سبق يارهون** | |
| انتظام | بندوبست، جوڙجڪ، اهتمام |
| تعمير | اڏاوت، آباد ڪرڻ |
| جُزي | ٿهي |
| چٽسالي | گُلڪاري، ثقافتي، گُلن وغيره ڪڍڻ جو ڪم |
| خوبصورت | سهڻيءَ شڪل وارو، سهڻو، ناهوڪو |

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ظُهر | اڳينءَ جي نماز، ٻن پهرن جو وقت |
| ڪاشيگر | ٺڪرن جي ٿانون تي چمڪندڙ رنگ چاڙهيندڙ |
| گُنبذ | قُبو، گول ڇت واري عمارت |
| **سبق ٻارهون** | |
| تمغو | سلطاني مُهر، سون يا چانديءَ جو ٻلو، سَنَدَ، نشانَ |
| ڇڪتاڻ | ڇڪ ڇڪان، کِهل |
| حفاظت | نگهباني، چوڪسي، پناهه |
| رُخ | طرف، مُنهن، شِڪل |
| سازش | اندروني رٿ، وڳوڙ، قانون جي خلاف مشورو |
| سورمو | سورهيه، جوڌو، پهلوان |
| سورهيائي | دليري ، بهادري |
| سکيا | تعليم، ڄاڻ، هدايت، تلقين |
| عطا | انعام، سخا، سوکڙي |
| ڦهڪو | ڦهڪري ڪرڻ جو آواز |
| قربان | گهور، فِدا، نِثار |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| نعمت | عطا، رحمت، برڪت، مهرباني، لاڀُ |
| **سبق تيرهون** | |
| بسنت | بهار جي مُند |
| جهڳمڳ | چمڪو، چلڪو، روشني، رونق |
| جهجهي | گهڻي |
| جهمڪن | خوش ٿين |
| رُتِ | موسم، مُند |
| سَرهائي | خوشي |
| گُلستان | باغ باغيچو، گُلن جي جاءِ |
| لاٽ | مِٺو آواز، مِٺو راڳ |
| مِهر | ٻاجهه، رحم |
| وَڙُ | احسان، عنايت، مهرباني، ٿورو |
| لاٽ | مِٺو آواز، مِٺو راڳ، پکيءَ جو آواز |
| **سبق چوڏهون** | |
| ترقي يافته | سُڌريل، ترقي ڪيل ، اُسريل |
| جوڙجڪ | بناوت |
| حيرت | تعجب، اچرج |

# نوان لفظ

| لفظ | معني |
|---|---|
| سِناءُ | ترتيب ناهي رکڻ |
| لاڀ | فائدو |
| لاڳو | واجب، متعلق، لاڳاپو رکندڙ |
| معلومات | ڄاڻ |
| موجب | مطابق، متعلق، پٽاندر |
| مُهيا | فراهم ڪرڻ، ڏيڻ |
| | **سبق پندرهون** |
| اُپاءُ | بندوبست، بچاءُ، رستو، طريقو |
| اُصول | قاعدو، قانون |
| پيدائش | ڄمَ، جنم |
| جوڳو بندوبست | مناسب انتظام |
| رِپورٽ | اطلاع، ڄاڻ، خبر |
| ريت | رسم، ورتاءُ |
| ضابطو | سنيال، دباءُ، نظرداري، قاعدو، قانون، دستور |
| عملو | ڪم ڪندڙ ماڻهن جو مجموعو، ڪٽُ، ڪارڪن |
| ڪارڻ | سبب |

| لفظ | معني |
|---|---|
| | **سبق سورهون** |
| اَملهه | قيمتي، بي بها |
| اڻ ميا | بي انداز، اڪيچار، جهجها |
| تَن | بدن، جسم، بُت |
| تندرستي | چڱيلائي، صحت |
| ڌن | دولت، ڏوڪڙ، پئسو |
| ڄڳائڻ | ٺهڻ، موزون هئڻ، مناسب هجڻ |
| سگهو | طاقتور، زور پريو، تندرست |
| شاهوڪار | دولتمند، پيسي وارو |
| ڪاڻ | جي خاطر، لاءِ |
| نِتُ | سدائين، هروقت |
| وَتس | اُن وٽ |
| | **سبق سترهون** |
| اطلاع | خبر، سُڌِ، چتاءُ |
| جذبو | چِڪ، اُمنگ، جوش |
| حب الوطني | وطن يا ديس لاءِ دلي محبت جو جذبو، ساڳيه جي سِڪ |
| ڇڙوِڇڙ | ٽڙيل پکڙيل، ڌار ڌار |
| چُستي | چالاڪي، ڦڙتي، تِکائي |
| ديوار | ڀت |

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| فولادي | مضبوط ، طاقت، تمام تيز |
| سانگو | خيال،پرواهه |
| محاذ | سامهون، مقابل، مورچو |
| نهارڻ | تڪڻ، ڏسڻ |
| | **سبق ارڙهون** |
| اختيار | وَس، مرضي |
| بند | روڪ، جَهل، پاڻيءَ لاءِ بَنو |
| تعمير | اڏاوت، بناوت، عمارت سازي |
| دٻاءُ | زور |
| رضاڪار | بنا اجوري يا خوشيءَ سان خدمت ڪندڙ |
| سرنديءَ وارو | وسيلي وارو، اُٻاءَ وارو، هُوند وارو |
| فلاحي | ڀلائيءَ وارو، نيڪيءَ وارو، نجات وارو |
| ڪارڪن | ڪم ڪندڙ اهلڪار، نوڪر |
| ڏتڙيل | اثر هيٺ آيل، متاثر |
| محفوظ | سنڀاليل، سلامت، قابو هتيڪو |
| | **سبق اوڻيهون** |
| ارزان | سستو، سهانگو |
| تاساريون | اُڃايل، اُڃاريون |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| پُوچ | گهٽو، جهجهو، بي انداز |
| ڊايون | ڊؤ ٽيل |
| سنگهار | وڏي مال وارو، ڀاڳيو |
| سارنگ | مينهن، آڳر، بارش، ساوڻ |
| سار | يادِ، خيال ڪرڻ، سنڀار |
| لُڪ | گرم هوا، جهولو |
| مُنڌائتا | موسم وارا، مُنڌ وارا |
| | **سبق ويهون** |
| خوبصورت | وڻندڙ، سهڻو |
| رَسندو | پهچندو |
| سبب | ڪارڻ، وَجههَ |
| سُونهن | حُسن، خوبصورتي |
| ماحول | اردگرد ، وايومنڊل |
| مقدار | انداز، قدر، شمار، ماپ |
| وڻڪاري | ٽڪاري، وڻن جي ڇانوَ |
| | **سبق ايڪيهون** |
| اڳوڻو | اڳ جو، اڳيون، آڳاٽو، اول |
| ٻاجهارو | رحم وارو، مهربان |

# نوان لفظ

| لفظ | معني |
|---|---|
| خُود | پاڻ، پنهنجو پاڻ |
| ڏاهو | سياڻو، عقلمند |
| گفتگو | ڳالھ ٻولھ |
| لاجواب ڪرڻ | بس ڪرائڻ، ٻيهارڻ |
| مشغول | مصروف، رُڌل |
| نگهباني | نظرداري، حفاظت |
| وراڻيو | جواب ڏنو، ورندي ڏني |
| **سبق ٻاويھون** | |
| اونو | فڪر، خيال، سوچ |
| باني | اڏيندڙ، بنياد رکندڙ، پايو وجهندڙ |
| پرڏيهي | ٻاهرين ملڪن جو، پرديسي |
| رياست | ڏيهي راڄ، حڪومت |
| قابل | لائق، ذهين |
| نشيمن | خِلوت گاھ، آرام گاھ، پکين جو آکيرو |
| قدامت | گُذريل وقت، جهونائي، اڳيون زمانو |
| قائد عوام | عوام جو اڳواڻ، رهبر، رهنما |
| مضبوط | پختو، سوگهو، سگهارو، جانٺو |

| لفظ | معني |
|---|---|
| ناتا | رشتا، واسطا، تعلق |
| هڏڏوڪي | همدرد، واهرُو |
| **سبق ٽيويھون** | |
| افروز | روشن ڪندڙ |
| جوڀن | جواني، شباب، سُونهن، سينگار |
| جيوت | زندگي، حياتي، جيئرو |
| دلسوز | دل جلائيندڙ، دل کي ساڙيندڙ، درد انگيز، دل گداز |
| سراسر | سچو، اصل، بلڪل |
| سحر | صبح سوير، اَسُر |
| سهائو | روشني، اُجالو، سوجهرو |
| شب | رات |
| عيان | ظاهر، نمايان |
| گُلشن | گُلن جي جاءِ، باغ باغيچو |
| مجلس | محفل، ٽولي، ميڙ |
| **سبق چوويھون** | |
| آڏو | سامهون |
| آرام | سُک، چين |
| بيت المال | اسلامي حڪومت جو قومي خزانو |

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| بارُ | وزن |
| دلاسو | آسرو، دلجاءِ، تسلي، دلداري |
| خليفو | ولي عهد ، نائب، عيوضي |
| سنيال | پرورش، خبرداري، خيالُ |
| گِجُ | گِپل، جَهجهو |
| وظيفو | محنتاڻو، پگهار، اُجورو |

### سبق پنجويهون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| آستان | رهڻ جي جاءِ، ديس |
| جام | گهڙو، کوڙ |
| فن | ڪاريگري، ڪرتب، ڏانءُ |
| دادُ | آفرين، بخشش، شاباس، تحسين |
| درويش | بُزرگ، سالڪ، سائل |
| ڏمال | ٽَپ، ڪُڏ، نچڪو |
| رَسم | نقش، دستور، ريت، عادت، روَش |
| رهائش | مَسڪن، قيام، گهر، جڳهه |
| رهاڻ | خوشيءَ جي مجلس، دل وڻندڙ ڳالهه ٻولهه |
| شمار | ڳاڻيٽو |
| هدايت | نصيحت |

### سبق ڇويهون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| آمد | اچڻ |
| آسان | سَولو، سَهنجو |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| دور | زمانو، وقت |
| روزمره | روزانو، ڏيهاڙي |
| رائج | هلندڙ، جاري، مروج، چالو، رسمي |
| سهارو | آسرو، اُميد، ٽيڪ، پروسو، وسيلو |
| ضِدي | هوڏِي، هَٺيلو، بحثي، تڪراري |
| مڪتب | پڙهڻ لکڻ جي جاءِ، اسڪول |
| مقبول | پسند ڪيل، چونڊيل، قبول ڪيل |

### سبق اٺاويهون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| آڳ | راند جو وارو |
| اڳواڻ | رهبر ، پيشوا |
| اڪثر | وڌيڪ ، گهڻو ڪري |
| ڪپتان | ڪرڪيٽ راند ۾ ٽيم جو اڳواڻ |
| ڪُشادو | ويڪرو ، ڪُليل ، خلاصو |
| ڪافي | پورو ، ٺيڪ ، برابر |
| سگهارو | طاقتور ،زوروارو ، چڱو ڀلو |

### سبق اوڻٽيهون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| دائمي | هميشه جو ، سدائين |
| پتوڙيندڙ | سخت محنت ۽ تڪليف ڪندڙ |
| انتظام | جوڙجڪ،ترتيب،ضابطو |
| گهٽتائي | ڪَمِي، کوٽ |
| ڪُٽڪو | اُلڪو، پريشاني،ڳڻتي |